# ڀارت ۾ سنڌ

پروفيسر منگهارام ملڪاڻي

قيمت سادو جلد ڇهه رپيا
ڪپڙي جو جلد ڏهه رپيا

سال ٢٦ ]    ٢٦ جنوري ١٩٨٢    [ ڪتاب ٣

سمپادڪ :
**اي. جي. اتم**

**نئين دنيا پبليڪيشن**
اي-٩، فلورينا، سيتلاديوي روڊ،
ماهم، بمبئي-١٦ (فون ٤٦٤١٣٦)

# فهرست

(۱) ڪهاڻي سمالوچنا: ڪهاڻي نويس - سندري اتمچنداڻي، گوبند مالهي، ڪيرت ٻاٻاڻي، ڪرشن راهي، آنند گولاڻي، نارائڻ ڀارتي، لڇمڻداس واسواڻي، تيرٿ بسنت، گوبند پنجابي، بشير موراڻي، اي - جي اتم، ڪرشن کٽواڻي، گوورڌن ڀارتي، ڪلا پرڪاش، لعل پشپ، ايشور چندر، ثميره زرين، ڪشور ڀوجا، شيام ڀاڳيا، تارا ميرچنداڻي، ڀڳونتي ڪڪڙيجا، گدو سامتاڻي، موهن ڪلپنا، غلام نبي مغل، هري موٽواڻي، آنند کيماڻي، سندر اگناڻي، لکمي کلاڻي، لڇمڻ ڀمڀاڻي، هوندراج بلواڻي، شيام جيسنگهاڻي، ڪي - ايس ڀلاڻي، وشنو ڀاٽيا، پوپٽي هيرانندڻاڻي، هريش واسواڻي، ڪمل پياسي، گوورڌن لدواڻي، نندلعل، امرلعل هنگوراڻي، قتن سکواڻي، آغا سليم، زيدا مومن، هري همٿاڻي، تيجه ڏپال، سندو چانڊواڻي.

(۲) مضمون - سمالوچنا: مضمون نگار - پروفيسر ٽي ايڇ آڏواڻي، اي - جي - اتم، پروفيسر ڪلياڻ آڏواڻي، جي - ايم - سيد، گوبند مالهي، موهن ڪلپنا، سڳن آهوجا، اندلعل، هرڪن، آنند کيماڻي، تيرٿ بسنت، پرم ابيچنداڻي، تاراچند گاجرا، ٻولچند راجپال، گنگارام

سمرانڊ، ڪاڪو ڀيرومل مهرچند، جي - ايلا، ارجن سڪايل، (ساهتڪارن جي البم جو ليکڪ) ليکراج عزيز، هرچند اجهل، هريش واسواڻي، هيرو شيوڪاڻي، ٻلديو گاجرا، پوپٽي هيرانندڻي، جهمٽمل ڀاوناڻي.

(٣) ناٽڪ - سمالوچنا: منير احمد، آغا سليم، پريم پرڪاش، سندر اگناڻي، شيام جئسنگهاڻي، ايم - ڪمل، گوبندرام رانسنگهاڻي ۽ جي - اين - ناگراڻي.

(٤) ڪوتا - سمالوچنا: پرسرام ضيا، شيخ اياز، سندري اتمچنداڻي، سگن آهوجا، ارجن سڪايل، هري دلگير، ايم - ڪمل.

---

ڇپيندڙ: واسديو جي. واڌواڻي (مالڪ) "سندري پرنٽنگ پريس" دڪان نمبر ٣، ڇيمبور ڪئمپ روڊ، ڇيمبور ڪالوني، بمبئي-٧٤.

## ١٩٥٢ جو اِتهاسڪ فوٽو



شاهه جي ورسيءَ تي سنڌي ساهت منڊل جا ساهتڪار
ساڄي کان: آلم، ماهي، سندري، طالب، ملڪاڻي، اڳيان
ويٺل آنند گولاڻي پڻ وه ڪيرت ۽ سگن. پٺيان بيٺل ساڄي
کان [١] ڪرشن راهي [٢] مولي پرڪاش.



"انسان يا شيطان" فلم [۱۹۳۳] ۾ پروفيسر، مٿي لسانڪا
اوميلن سان ۽ هيٺ ڪانڪا جدن باڻي (نرگس جي ماءُ) سان.

# ڪتاب ۽ ليکڪ جي ڪهاڻي

پروفيسر منگهارام ملڪاڻيءَ جي پهرين ورسيءَ جي موقعي تي سندس سهالوچڻائن جو هي ڪتاب پيش ڪري هنجي آخرين خواهش پوري ڪجي ٿي. هن ڪتاب جو ڪافي مواد هن مونکي شايع ڪرڻ لاءِ پنهنجي ديهانت کان هفتو کن اڳ ڏنو هو. اڃا هڪ ڏينهن اڳ، ڪيس ڇپائڻ جي خاطري ڏني هئي مانس تي. ٻئي ڏينهن رمندو رهيو. حقيقت ۾ هي مواد مڪمل ڪتاب جيترو نه هو ۽ اڳئين ڪتاب "ڀارت ۾ سنڌي ساهت جو مختصر جائزو" ۾ سولائيءَ سان سمائجي وڃي ها. پوءِ ساڳي وشيه تي ٻن پدران هڪ مڪمل ڪتاب ٿئي ها. پر پبلشر اکل ڀارت ٻولي سڀا جي صدر ڪيرت ٻاٻاڻيءَ انهن چونه ڪيو اهو اندازو هن ڪتاب پڙهڻ سان لڳائڻ شايد ڏکيو نه ٿئي. هن ڪتاب کي پورو ڪرڻ لاءِ پروفيسر جي هٿڙي وڌيڪ مواد لاءِ ڪافي ڳولا ڪرڻي پيئي.

هن ڪتاب ۾ ڪن ۾ پروفيسر جي تنقيد نه ڪن ۾ تبصرو (ريويو) ۽ ڪن ۾ نه ماڳهين راءِ زني نظر ايندي جا هڪ سؤ کن ليکڪن جي ٣٠ کن سالن ۾ لکيل رچنائن بابت آهي. هي ناول ڪااسواءِ ٻئي سنڌي ادب

جي جھلڪ آهي، جا آئيندي جي اِتهاسڪار، آلوچڪ ۽ اڀياسي لاءِ اهميت واري آهي.

حقيقت ۾ پروفيسر ملڪاڻي اسانجو پهريون ليکڪ هو جنهن ٨٣ سالن جي ڄمار جو گهڻو عرصو (٦٠ کان مٿي سال) ساهت لاءِ ارپڻ ڪيو. هن آخر تائين ساهت سرجيو، پڙهيو ۽ پرکيو هو. اهو ڪنهن به ٻوليءَ ۽ جاتيءَ لاءِ فخر لائق ڪارنامو آهي. اسان اديبن کي اُن قيمتي ورثي تي سدائين ناز رهندو. ان ناتي هو اسانجو يڪانو اديب هو، جنهن ناٽڪ (اداڪاري ۽ اسٽيج) اديبي تاريخ، مضمون، تنقيد، نظمائي نثر کي اوچ ڏيڻ سان گڏ سنڌي ادبي حلقن ۽ نون اديبن جي به ڪافي رهبري ڪئي. هيٺين انهن پهلن تي سنڌي جي ستن سرڪردا ليکڪن پروفيسر ڪلياڻ آڏواڻي، ڄيٺمل ٻاوناڻي، ارجن شاد ۽ سرو شري گوبند پنجابي، موهن ڪلپنا، وشنو ڀاٽيا ۽ سندري اتمچنداڻي جا تازا لکيل تاثر ڏيون ٿا.

اي. جي. اُتم
[سمپادڪ]

# منگهارام ملڪاڻيءَ جي ياد

پروفيسر ملڪاڻيءَ سان منهنجو رشتو نهايت وڏو هو. عزت جي لحاظ کان اسانجو گهر جهڙو سندس ناناڻو هو. ان ناتي کانسواءِ اسانجو سمبنڌ ساهتڪ به هو. اسين ٻئي ڄڻا هند ڪاليج ۾ ڪيترا سال گڏو گڏ انگريزيءَ جا پروفيسر به هئاسين. مون شاهه جو رسالو (مڪمل) سندس ئي همت افزائيءَ جي ڪري تيار ڪيو، جنهن کي سنڌي ادب جي راهه ۾ ”هڪ سنگ ميل“ ڪري سڏيائون. هو صاحب هر ڪنهن جي قدرشناسي دل وجان سان ڪندو هو. هو نهايت خوش خلق ۽ خاموش طبع هو ۽ نزاڪت ۽ مروت جو مجسم هو. استادن لاءِ عزت، شاگردن لاءِ قرب ۽ ننڍن وڏن اديبن لاءِ محبت. اهي ملڪاڻي صاحب جون خاص وصفون هيون، جيڪي سندس ڪتاب ”ساهتڪارن جون سمرتيون“ مان به عيان آهن. اهو يادگيرين جو ڪتاب ۽ سفرنامو ”پڇمي ياترا“ سنڌي مضمون نويسيءَ ۾ خاص اضافو ڪندڙ آهن. ناٽڪ نويس طور ته سنڌي ادب ۾ هنجو مقام نهايت بلند هو، پر مضمون نويس طور به هو هڪ اهم جاهه والاري ٿو هن جي عبارت سليس ۽ ٻولي سپڪ هوندي هئي. شل قدرت کيس ابد لائين پنهنجي خاص دامن ۾ رکي. آمين.

(پروفيسر ڪي. بي. آڏواڻي)

... سنڌي ساهت ۾ پروفيسر ملڪاڻيءَ جون خدمتون عالم آشڪار آهن، خاص طور سنڌي ناٽڪ، تنقيد ۽ نظماڻي نثر جي صنفن ۾. نظماڻي نثر ۾ سندس رچناتمڪ شڪتيون اڀاريون ته اڀري بيٺيون آهن، جو انهن پيو محسوس ڪجي ته اگرچ هو شاعرن جي قطار ۾ نه ڳڻيو ويندو، ته به هن وٽ هڪ اهڙي جذبات ڀري دل هئي جا فقط شاعر جو ئي سرمايو ٿي سگهي ٿي. ملڪاڻي صاحب هڪ زنده دل ڪلاڪار هو ۽ زندگيءَ سان انتهه پيار هوس. عورت جي جمالي ڪشش هن لاءِ هڪ ابدي مسرت جو باعث هئي. اهڙي قسم جون هن ڪئين رچنائون لکيون ۽ "جوانيءَ جا جذبا، ڀريءَ جون پاڙون" ڪتاب سندس نفيس، سوکيم ۽ جمالياتي نظر جي چٽي ساک ڀرين ٿيون. پروفيسر جي ان جمالياتي پرک مان هڪ انوکي شاعراڻي شخصيت ظاهر ٿئي ٿي، جنهن جهڙو مثال سنڌي ساهت ۾ مشڪل سان ملندو.

(پروفيسر ارجن شاد)

... ورهاڱي ڪري جڏهن ڀڄي آيس تڏهن نئين ليکڪن جي ناهيل سنستا سنڌي ساهت منڊل جي هفتيوار ادبي ڪلاس ۾ ويس ته اتي ڀيرن رڳو هڪ جوان پروفيسر کي ويٺل ڏٺم جو هو منگهارام ملڪاڻي. ڀيرن ۾ واقفيت ۾ ئي اهڙو ڀاڄائيءَ وارو ورتاءُ ڪيائين جو جهٽ سان جا وڇڙيل ملي پيا هئاسين. جيتوڻيڪ سنڌ ۾

ڪهاڻيون لکيون هئن ۽ اُنهن جو هڪ مجموعو "ٽٽـل
آهون" ۽ ٻيا ڪتاب به ڇپايا هئن، پر هتي مدبل ۾
هن اڳيان ڪهاڻي پڙهڻ مهل دل جي ڌڪ ڌڪ ٿي ڪئي.
ليڪن پروفيسر جي موزون تنقيد لساني ڏنهي ڇـڏي،
هنکي سنڌيءَ سان گڏ انگريزي ساهت جي ابتري ته
جاڻ هئي جو هو انهجا ڪيترائي حوالا ڏيو ڏيندو هو،
جنهنجي جهلڪ سندس پهرئين تنقيدي ۽ ادبي مضمونن جي
ڪتاب "اَدبي اُصول" مان ملندي، جو ١٩٥٠ ۾ ڇپايو
هئائين. ورهاڱي بعد ان قسم جو اهو پهريون ڪتاب
هو، ان لي مدبل ۾ خوب بحث ٿيو هو. اسان ترقي-
پسند اَديبن جا ڪتاب ۾ ظاهر ڪيل ڪن خيالن سان
متفق هو ته به پروفيسر اسان سان گڏجي هليو. هن
سنڌي ساهت ۽ ٻوليءَ جي ڀلائي جو وڏو ڪم
ڪيو. پروفيسر سچ پچ هن مدبل ۾ اسان ۽ ٻين نوجوان
ليکڪن سان نوجوان ٿي ڪم ڪيو. ان جوانن جي
دوستيءَ ۽ دلبريءَ کيس سدا جوان رکيو جو پڇاڙيءَ
تائين پڙهندو رهيو ۽ لکندو رهيو ۽ آخر وڃي آرامي
ٿيو. اهڙي اعلى اديب جو ذڪر سنڌي ساهت جي
اِتهاس ۾ سونهري لفظن ۾ ڪيو ويندو.

گوبند پنجابي

* ملڪاڻي صاحب صاف گو نقاد هو، جلاد نه هو. هن نقادن جي ان عام ڪمزورين تعصب ۽ تنگدليءَ تي فتح پاتي هئي. ان ڪري هن جو ڪم، لکيو اُن ۾ آزاد خيالي، حقيقت پسندي، من جو سچ ۽ بي ڊپائي هئي. انهيءَ هن هر دور جي ادب تي لکيو، جنهن مان هو وڏي قد جو نقاد ظاهر ٿئي ٿو. انجو عملي روپ پروفيسر جو پڇاڙيءَ جو اهم ڪتاب ”ڀارت ۾ سنڌي ساهت جو مختصر جائزو“ مان پڌرو ملي ٿو. اُن مان هڪ حساس، ذهين، پياري ۽ قابل نقاد جي شخصيت نمايان آهي.

جڏهن ۱- ڊسمبر ۱۹۸۰ تي سائين رخصت ورتي، تڏهن پنهنجي خيالن سان گڏ مونکي هڪ خيال اهو به ستائيندو رهيو ته هاڻي ڪير تڪليف وٺي، اسانجي ڪتابن جي آلوچنا ڪندو؟ ڪوبه نه هنجي جڳهه پري نه سگهندو!

[موهن ڪلپنا]

* شايد نائين يا ڏهين درجي ۾ هوس، جڏهن لکڻ مس شروع ڪيو هوم، اُن وقت اخبار ۾ پڙهيم ته ممبئيءَ جا سنڌي ليکڪ پروفيسر منگهارام ملڪاڻيءَ جي رهبريءَ ۾ دهليءَ ۾ ڊسمبر ۱۹۵۶ ۾ ٿيل ڀارتي ايشيائي ليکڪ ڪانفرنس لاءِ ٿي آيا آهن. مون ڪڏهن پروفيسر

ملڪاڻيءَ کي خط لکيو. نومبر ۾ هن ڪانفرنس جي فوٽن سان احوال ۽ هفتيوار ادبي ڪلاس جي خبرچار به موڪلي ڏني. بس اهو مون لاءِ ايمبٽر هو. منڊل جي ادبي ڪلاس ۾ ويس ته پروفيسر ته رڳو قرب سان گڏيو پر اين ليکڪن سان به سڃاڻپ ڪرائي. جنهن خوشي ڏنم. پر ملڪاڻي صاحب جي ٻي رهائيءَ واري لنڊيڊ ان کان به وڌيڪ آنند ڏنو. پوءِ ته ادبي ڪلاس جي عادت پئجي ويئي.

سالن بعد جڏهن ڪلڪتي ۾ ويس ته سمجهيو هوم وساري ڇڏيو هوندائين، پر گڏيوسانس ته اهڙوئي قرب ڏنائين جيڪو ممبئي ۾ ادبي ڪلاس ۾ پهرين گڏجاڻيءَ ۾ ڏنو هئائين. ان وقت ڇپيل ڪهاڻين جو مجموعو "پيار ۽ پڇتاءُ" ڏنومانس ته گهر پهچڻ تي اهي سالوڇڻا به پڙهي ويئي. هن لکي لنڊيڊ به ڪئي هئي ته قدرشناسيءَ واري ڪٿ به، جيڪا ادبي ڪلاس ۾ پڙهندو هوس، جنهن ڪيترن اُون ليکڪن کي همٿايو هو. اڄ اُهو ڪلاس وري جيئارڻ سان، ٿي منگهارام ملڪاڻيءَ کي سچي شرڌانجلي ڏيئي سگهندا سون.

[وشنو ڀاٽيا]

* دادا ملڪاڻي اسان جي ننڍي ناٽڪ جو ته اهو هو، ۽ ساهت ۽ ساهتڪ هلچل جي ناٽڪ جو پڻ ناٽڪ هو. شروعاتي ناٽڪن ۾ ناٽڪا جو پارٽ ڪندو هو ۽ پوءِ ناٽڪ جو. اهڙو ناٽڪ (ارجن) جو رول ڪيائين گرديو ٽئگور جي حاضريءَ ۾ ئي هن جي "چترا" ناٽڪ ۾، پنهنجي دوست پروفيسر ٽي. ايچ. آڏواڻي (ناٽڪا چترا) سان. ٽئگور کيس ڏاڍو داد ڏنو هو. پس پوءِ ته دادا پارٽ سان گڏ ناٽڪ به ڊائريڪٽ ڪيا، اسٽيج کي پڻ زور وٺايو ته خود به جديد ايڪانڪي هڪ ٻئي پٺيان لکندو ويو. اُن ۾ ڪير هن کان گوءِ کڻي نه سگهيو ۽ جن ۾ نئين زماني وارا وشيه ۽ وچار پي پاڪائي سان ڏنائين.

ورهاڱي بعد بمبئي ۾ قدرت ڪانئس ادبي گلشن جي باغبان جو پارٽ ادا ڪرايو. سنڌي ساهت منڊل جي پرنبڌات طور دادا جي ڇانوَ ۾ ڪيترا اديب ڪچڙن بوٽن مان اُسري وڌي ٿيا. ان منڊل جي ذريعي سنڌي ڪلاڪار منڊل، سنڌو ڪلا منڊر ۽ اکل ڀارت سنڌي ٻولي ساهت سڀا جهڙيون سنستائون اَڏڻ ۾ هن هٿ ونايو. بمبئيءَ مان لڏي ڪلڪتي وڃي رهيو ته اُتي به ساهتڪ سرگرميون جاري رکيائين. ديهانت کان ڪو ۴-٥ مهنا اڳ، ڪلڪتي مان خط لکيائين ته پنهنجي شاهڪار

ڪهاڻي "ٻوري" ترجمو ڪري ساهتيہ اڪيڊمي جي "الدين الرابعر" مخزن ۾ ڇپڻ لاءِ موڪلي اٿس جا برابر ڇپي. مان ته واڪڙي ٿي ولس ته ڇا دادا جي ٨٣ سالن جي پيرسن اوسٽا ۾ ڇا سنڌي ساهت کي ٽين ٻولين ۾ ٻيارو ٻٽائڻ جي سگها آهي "ٻيهجي" ۾ ٿي ساهتڪارن سان ملاقيلو ڪري سنڌي ساهت ۽ هلچل جي ڄاڻ جو ناٽڪ موڪلائي ولو.

[سندري اُتمچنداڻي]

## [۱]

# "لاٽ"

## هند جي ڪهاڻيڪارن جو پهريون مجموعو

هي ڪتاب اصلوڪين لکڻين جو مجموعو آهي. ڳنڍڪي جي پهرين آکاڻي آهي سندري اتمچنداڻيءَ جي "ٿڪاوٽ". هيءَ جيتوڻيڪ هڪ ٽن ڌرين واري (هڪ ڇوڪري ۽ ٻه ڇوڪرا) عام پريم- ڪهاڻي ڏسڻ ۾ ٿي اچي، ليڪن ان ۾ اهو پريم حقيقت ۾ سهرت انگاريءَ تي ٻڌل آهي، جنهن پٺيان وري اهو اهم سماجڪ مسئلو حل ڪيل آهي ته وچولي طبقي کي نه مٿين طبقي سان ريس ڪري پاڻ خراب ڪرڻو آهي، پر هيٺين طبقي سان ملي، مردن ۽ زالن کي گڏ ڪمائي ڪري، جيون سکي بڻائڻي آهي. پيار جو آدرش ۽ وشال ڏيکاريل آهي ته هڪڙي انسان جي سچي پيار مان "زندگي پيار جو آبشار بڻجي پوي ۽ دنيا جا ڏتل اڻ ڏتل سڀ انسان پيار جا حصيدار بڻجي وڃن." قدرت جا بيان- خاص ڪري طوفان ۽ لهرن جا چتر- نهايت رنگين ۽ اعليٰ آهن. فقط سرو "ٿڪاوٽ" اهڙو ٺهڪندڙ ۽ دلڪش نه آهي جهڙو هيءَ آکاڻيءَ جو ٿيڻ کپي. گوبند مالهيءَ

جي "پاپ جو گهڙو" زوريءَ شاديءَ جي خلاف ۽
وڏا وراهه جي فائدي ۾ هڪ زوردار "اَڪري" آکاڻي
آهي. پر نوجوان وڏا ناٽڪ، جا فقط ماءُ پيءُ جي
لمبا وچان انڌي ٿي، هڪ پاڪندي پاڻي کي اُنهو فائدو
وٺڻ ٿي ڏئي ۽ گريوانتي ٿي ٿئي، سا ڳالهه سندس چرٻر
کي هيٺو ٿي پلاڻي. ماءُ پيءُ جي لمبا کانسواءِ،
جيڪڏهن پيار وچان پاڻي کي پنهنجو پاڻ ارپي. ها ته
سندس سيرت لاءِ سچي همدردي پيدا ٿئي ها. کيرت
پاپاٽي جي "لچي" هڪ سادي سودي پر سٺي آکاڻي
آهي، جنهن ۾ هڪ پرڊاڀر چوڪري، جنهنجا مائٽ
سندس مرضيءَ بنا سوداگريءَ واري شاديءَ جي ڪوشش
ڪري رهيا آهن، تن کان ڀڄي وڃي ٿي هڪ آزاد
خيال ۽ نيڪ انسان سان شادي ڪري ۽ خوش گذاري.
ڪرشن راهيءَ جي "مائٽي" جيتوڻيڪ مذاقي انوع ۾
لکيل آهي ته به مذهبي سماجڪ سڌارو وکيل آهي ته
ڪنهن ڪرڙوئي، پارن واري رلٽ کي نوجوان چوڪريءَ
سان پرٽاني هندي حيالي برباد ته ڪجي. پر شروعات ۾
مذاق ذرا ڦڪو ۽ زور ڪري ٺمبيل پيو لڳي. جيتوڻيڪ
پڇاڙي خود بخود ڪلائيمڪس آهي. آنند گولاٽي جي "سپنو"
۾ ڪئمپ ۾ چلمن چڪڻ ۽ لغو اُذاڻ سان گڏو گڏ سنڌ
جي سپنن جا تفصيل عمدا ڏنل آهن. پر مڪيه خيال ته:
هندستان ۽ پاڪستان جي برادريءَ جون ڳالهيون چٽن

ولايت ۾ ٽيون پر خود اُنهن ٻن ملڪن ۾ هندو مسلمان وڙهندا وتن، تنهن ڪري ٽوري ۾ نباهيو ويو آهي. ليبر پارٽيءَ جي اڳاڻي هڪ خاڪو آهي جنهن ۾ ٽوريءَ مسواڙن اڳواڻن جي ڳالهه لي ۽ چونڊيل ممبر جي صلاح لي ته "چوري ڪري ٻه مسواڙون ڏيو" ڪري اڪثريت ڪيل آهي، "چوري ڪجي ته ڪنهن جي؟ ۽ ٻيو ته "جيل ۽ هنن ٻوراڪن ۾ تفاوت ئي ڪهڙو آهي؟" نهچلداس واسواڻيءَ جي "الدرا" جنگ جي خلاف ڇپيل آڳاٽي آهي پر ان جي پڇاڙي حقيقت نگاريءَ کان دور آهي ڇو جو جنگي آرڊر جلائڻ سان ملٽري لوڪري ختم ٿي نٿي سگهي.

[نئين دنيا جنوري ١٩٥٣]

# "هڪ ڌارا، نئون لهرون"

نئين دنيا جو جنوري ١٩٦١ جو خاص ڪهاڻي پرچو ڪتابي نالو (هڪ ڌارا، نئون لهرون) نئين ڍنگ سان ڇپيو آهي. هر هڪ ڪهاڻيءَ سان لاڳاپيل رنگدار چٽ ڏنل آهي. ان ۾ ڪهاڻين جي ليکڪن جي نالن سان گڏ پاڻ کان جيڪو امتحان ورتو ويو آهي سو هڪ نئون ۽ دلچسپ تجربو آهي. اهڙا تجربا پاڻ کي ۾ ساهت لاءِ چاهه وڌائيندا. مون به ڪي نالا سڃاڻي پر ڇانٽيءَ ۾ پاڻ نه ورتم.

مجموعي جي پهرين ڪهاڻي "قانون" (ليرڪ اسمٿ جي) ۾ آکاڻي ٿوري پر بحث مباحثا گهڻا آهن. "سترهين پرڻما" (گوبند پنجابي) ڪهاڻيءَ ۾ مذاق چڱو رکيل آهي. ڊاڪٽر جي ڪردار نگاري سٺي آهي پر پڄاڻي رواجي آهي. "ٽاءِ پن" (بشير موريائي) رواجي آکاڻي. گهڻو مزو نه ڏنائين. "اڻ اخلاق (ڪيرت ٻاٻاڻي) ڪهاڻيءَ ۾ جنسي ٻولن جي ڪيترن مثالن ڏيڻ مان مطلب ڪهڙو؟ ان ۾ لاڳاپو ڪهڙو؟ پهرين مثال (ٻـيءِ جي پيٽ جي ڪڏ ڪي لڳيت) کانسواءِ ڪو مزو ڪونه هو. "قافلو وڌندو رهيو" (اي. جي. اتم جي) واهه جي سٺي، نڌي، پر مطلب آکاڻي آهي، لکڻيءَ جي طرز به

سهڻي آهي، ڪهاڻيءَ جي ٻانڪا ۽ ٻانڪ ٻنهي جا ڇرڪ اعليٰ آهن. ”اڪيلي“ (ڪرشن کٽواڻي) ڪهاڻيءَ جي لکڻي شاعراڻي، فيلسوفاڻي آهي، پر آڪاڻيءَ جو انگ گهٽ ۽ ادب لطيف جو انگ وڌيڪ اٿس. ”ٻاڻڪي“ (سندري اتمچنداڻي) آڪاڻي جهڙي لهڙي آهي. ٻاڻڪي ٻالو اجايو چڪيل آهي. شروعات لنبي ۽ اجائي آهي. ”داداگير“ (گوورڌن محبوباڻي) آڪاڻي سٺي ۽ زوردار، پر لکڻيءَ ۾ پختائي نه آهي. ڌرمي وهمن تي طنز آهي. ”ٻاڻهو ڇا چوندا“ (ڪلا پرڪاش) ڪهاڻيءَ جو موضوع سٺو ۽ پرڌان، پر لکڻي ڪچي آهي. سراسري طور ڪهاڻين جو هي مجموعو خاطرخواهه آهي.

[نئين دنيا مارچ ١٩٦١]

# ڪرشن کٽواڻيءَ جي بهترين ڪهاڻي

پرجاوادي پرچي ۾ ڪرشن کٽواڻيءَ جي ”سون ورني دل“ پرچي جي بهترين ۽ سهڻي، سليس ۽ سچائيءَ سان لکيل ڪهاڻي آهي. پر پڇاڙيءَ ۾ هڪ ڏک سان ڪهاڻي ڪري پوي. معصوم ٻهراڻ وڌوا کي بد پيشي کان بچائڻ لاءِ پنهنجي جو پراڻت موڪلڻ کهڙو ڪارگر ٿيندو؟ اهڙي لائق عورت کي بچائڻ لاءِ ڪنهن کي ساڻس شادي ڪري سندس زندگي سڌارڻ کپندي هئي. خاص ڪري جڏهن پهرين جو پاڻ سنڀال به پڇي وٺو آهي. لعل پشپ اڄ ڪلهه انهن موضوع ۽ رنگ سان ڪهاڻيون لکي رهيو آهي ۽ ”ڪلهه ۽ اڄ“ ۾ به استري پرش جي رشتي کي مانسڪ روپ ۾ ڏنل آهي. پر ڪن هنڌن تي اهو مٺو-وڳيانڪ ڇيد سلجهيل نه ٿو ڏسڻ ۾ اچي. مثلا هن سٽ جو مطلب ڪهڙو آهي: ”پر هر گهڙيءَ من جي پاوا جگهه سان لڳاتي محدود نه ٿي هجي، پوءِ به وقت گذرندي پهنجي هنن طرف اسانجي پاوتا جگهه جو هڪ پداپيل رخ ڇا نه ڪٽي هلندي آهي“؟ ڇيهي حملو ساهس جو مکيه موضوع ٿي پيو آهي ۽ الم جي ڪهاڻي ”پتنگن پهه ڪيو“ ان موضوع تي چڱي ئي زبانيي واري آکاڻي آهي، پر منجهس گهڻي ڪشمڪش، وکيل ڪانهي جو ڇوتيءَ تي پهچي وڃي. [انهن دنيا اپريل ۱۹۶۳]

## وشو ڪهاڻي ڳنڍڪي جي
## بهترين سنڌي ڪهاڻي

”نئين دنيا“ جو وشو ڪهاڻي پرچو پسند پيو. دنيا پر جي ڪيترن ملڪن جون ڪهاڻيون، علحدن طرزن سان لکيل، چونڊ ڪري، سنڌيءَ ۾ آڻائي، هڪڙو موٽو ڳنڍڪو شايع ڪرڻ محنت وارو ۽ ساراهه جوڳو ڪم آهي. ”مونا ليزا“ جي چٽڻي اصول پرچي کي ڪٽڻي ڏنو آهي. ٻارهون ڇهه آکاڻيون - ٻه روسي، انگريزي، آمريڪي، فرانسي ۽ مصري، پرچي جون بهتر ڪهاڻيون آهن. پوءِ ٻهندڙ آکاڻين جو معيار جان لان گهٽ آهي. سوويت ڪهاڻي ”پيار“ جو موضوع اهڙو معمولي آهي جو ترجمو ڪرڻ جي تڪليف وٺڻ جي لائق ڪانهي. چيني ڪهاڻي ”جنتا جا دوست“ چوڻي ۾ چوڻي تمثيلي ڪهاڻيءَ ۾ ڪهاڻيءَ جو الڳ ڪونهي، پر هڪ سماجوادي سبق آهي. پاڪستاني آکاڻي (شاهد اردو) ”پراڻن کان پيارا“ جو موضوع هڪ سياسي قيديءَ بابت، بلڪل جهونو آهي. ٻن هندستاني آکاڻين مان منشي پريمچند جي ”جادو“ جو نه صرف موضوع رواجي آهي پر انجي گفتگو واري طرز نه پراڻي ٿي چڪي آهي. ٻي هندستاني آکاڻي ڪرشن چندر جي ”سپنن جو قيدي“ چڱي مذاقي آکاڻي آهي، پر ان جو نالو اجايو گنڀير رکيل آهي.

مجموعي جي بهترين آکاڻي آخرين آکاڻي ۽ اهڙ
سنڌي آکاڻي آهي. سرو اتس "پيار پيار، پيڙا پيڙا" ۽
لکندڙ آهي سندري اتمچنداڻي. هن ڪهاڻيءَ جو بنياد
موضوع، ان جي غير رواجي لاڳاپا جو محور گياڪ
چيند ۽ انجي نفيس ۽ سندر بياني طرز، هن ڪهاڻيءَ کي
نهايت اوچو درجو ڏنو آ. جيڪڏهن سنڌي ليکڪن
کي غير سنڌي ڪهاڻين جي مقابلي ۾ پرکڻو آهي، ته
هيءَ سنڌي ڪهاڻي، غير سنڌي ليکڪن لاءِ مثال ٿي
سگهي ٿي.

[نئين دنيا جولاءِ ١٩٦٣]

# ايشورچندر جي نئين منوويگيانڪ ڪهاڻي

جواهر ٻرچي (١٩٦٤) واري ڪهاڻين مان مونکي
فقط هڪ پسند پيئي: ايشور چندر جي "موهه". منجهس
بلڪل نئين موضوع تي، نهايت منووگياڪ، سٺي نموني
۾ لکيل آکاڻي آهي، هڪ رٽائر ڪيل پينشن بردار
ڪلارڪ جي، جو پيريءَ ۾ پنهنجي آفيس جي يادگيرن
تي پيو جيئي. سندس رٽائر ڪيل نوڪريءَ لاءِ موهه،
شروعات ۾ مذاقي نوع ۾، پڇاڙيءَ ۾ دکدائڪ نموني ۾
چٽيل آهي. هيءَ سٺي اثرائتي آکاڻي گهڻو وڌيڪ
اثرائتي بڻجي ها، جيڪڏهن انجا ڪردار غير سنڌي
مان ڦيرائي سنڌي ڪجن ها. ڪرشن کٽواڻيءَ جي
"مرڳ ترشنا" ۾ هڪ رواجي ڪلارڪ جي ڪهاڻي
آهي، پر انجو ذهني ليٽيءَ جي لالچ (مرڳ ترشنا) وارو
موضوع ۾ اهڙو رواجي ڪينچيل آهي، جو ڪو خاص اثر
نٿي ڇڏي. ساڳي طرح تميره زرين جي "رمندا بادل"
پڻ هاڻوڪي سنڌ جي رواجي سماجڪ مسئلي تي لکيل
آهي ته ڪيئن مائٽ، پنهنجي ڳڪدام ڇوڪريءَ کي
سندس پسنديءَ خلاف، زوريءَ ٻئي ڪنهن سان پرڻائي
ٿا ڇڏين. انڪري توڻي ڪهاڻيءَ جي شروعات رومانوي
شدمد سان ڪيل آهي، پر پڇاڙيءَ ۾ ان رواجي رنڊڪ
ٽوڙي ڪري ٻورو اثر نٿي ڇڏي. نوَل ليکڪن لاءِ آهي

رواجي مسئلا شايد نوان نه هجن، پر مباح آهن؛ پر آزمودگار ليکڪن کي ڪي اوان، تازا مسئلا پيش ڪرڻ کپن، يا پراڻن مسئلن جون ڪي اهڙيون رُخون پيش ڪرڻ کپن، جي پڙهندڙن لاءِ دلڪش ثابت ٿين.

## نئين سوويت ڪهاڻي

آڪٽوبر (١٩٦٤) پرچي ۾ اهڙي هڪ روسي ڪهاڻيءَ جو ترجمو ڏنل آهي، "هٿ" سري سان. اها هڪ اهم نئين موضوع تي، نازڪ جذبن واري ڪهاڻي آهي، جنهن ۾ هڪ مل ۾ ڪم ڪندڙ پڌزاب ايڊگر جو چٽو چٽيل آهي جنهن جي خاص خوبي آهي ڪپڙي اُڻڻ ۾ هٿن جي هوشياري.

[نئين دنيا نومبر ١٩٦٤]

# سنڌري ۽ اُتم جون ڪهاڻيون

نئين دنيا جي جنوري پرچي ۾ سنڌريءَ جي ڪهاڻي ڇپي هئي، پر سنڌريءَ جي لازي بهترين ڪهاڻي هئي، هڪ پيرمرد جي ڌيءَ سان ڇوڪريءَ لاءِ پيار پاڻ الائي وسري ٿو وڃي (اڇا ول ڳاڙها گل) ٿيون ۽ پرڏيهي موضوع، همدرديءَ سان چٽيل ۽ آخر ۾ انصاف (پوئٽڪ جسٽس) پورو ڪيل.

[نئين دنيا جنوري ۱۹۶۵]

آگسٽ پرچي ۾ اُتم جي ڪهاڻيءَ "۽ مان؟" پڙهيم. صفحي ۱۷ تي پال والڪر رائيڊ ڪرڻ واري ۽ ۲۰ صفحي تي هار جيان قطار وارن تشبيهون سهڻيون شاعراڻيون هيون. باقي ڪهاڻيءَ ۾ ڪا چوٽي، ڪا ايڪتا، ڪو مکيه خيال ڏسڻ ۾ نه آيم. فقط جڳهه اُڏڻ جون ڪي جهلڪون آهن، اڪهاڻي (اينٽي اسٽوري) لکڻ جي ڪوشش ڪئي اٿس.

[نئين دنيا آڪٽوبر ۱۹۶۵]

# ۱۹٦۵ جي هڪ بهترين جديد ڪهاڻي

"نئين دنيا" جي ڏياري پرچي وارن ڪهاڻين مان اُتم جي "روشني موٽي آئي" هن سال جي هڪ بهترين جديد (ماڊرن) ڪهاڻي آهي. ملڪي ايڪتا جي وشيه تي هڪ نئين گهٽنا تي ٻڌل، هڪ نئين مکيه ڪردار جي منووگيانڪ چِٽ باعث، ڪامياب ڪهاڻي آهي. اُنجو موضوع آهي ته هڪ جاءِ ۾ رهندڙ پاڙيسري، جي پاڻ ۾ پيا جهڳڙيندا هئا، سي هوائي حملي جو کهڪو ٻڌڻ سان سڀ ويڇا وساري، ڪشمڪش تي پنهنجو بچاءُ ٿا ڪن. "مان" ڪردار جو من چِٽ سٺو ڪيل آهي، جو هڪ خود مطلب، ترش طبع (CYNIC) آدمي مان، هڪ انسان دوست، ديش دوست بڻجي ٿو پوي. پر ڪهاڻيءَ ۾ هڪ خامي نظر ٿي اچي جو هوائي حملي کان بچڻ لاءِ جاءِ جا ماڻهو ٻاهر نڪري پڌر تي ڪٺا ٿا ٿين. حقيقت ۾ هيٺين منزل ۾ ڪٺا ٿي، اجهو وٺڻ گهرجندو هون، جو خود "مان" ڪردار جو گهر ڏيکارجي ها، جتي هو پاڙيسرن کي پناهه ڏيئي سگهي، ڪير ڪڏهن ٿئي ها ته ڪهاڻي وڌيڪ اثرائتي ٿئي ها. گوبند پنجابيءَ جي "پوري جو پکي" چڱي ڪهاڻي آهي، جنهن ۾ ڏيکاريل آهي ته ڪيئن هڪ مالدار ماڻهو جو پکين جو شوقين آهي، سو مسڪين انساني

ڪجھ ڦڙن ۾ ڦاسائيندڙ آهي. ڪهاڻيءَ جي خوبي اُن جو شاعراڻو سرو آهي، باقي اُن جو موضوع ساڳيو طبقاتي ظلم آهي، جو لکندڙ جي اڪثر ڪهاڻين لاءِ چانيل آهي. ڪشور ڀوجا جي "نياءُ - انياءُ" ۾ انتظار چڱو رکيل آهي ته جو اُن پرديش جو هڪ حجام سندونگر مان موٽي وڃڻ جو پَهه ٿو ڪري. پر جڏهن ظاهر ٿو ٿئي ته سندس موٽڻ جو سبب اهو هو ته هڪ شرابيءَ کيس نشي ۾ گاريون ڏنيون هيون، جڏهن ڪهاڻي سادي سودي ٿيو پوي. شڪر جو صبح جو نشي لٿڻ سان سندي جوان حجام کان معافي ٿو وٺي ۽ هو لڏي وڃڻ جو خيال لاهي ٿو ڇڏي. ڪهاڻيءَ ۾ جھڙو انتظار رکيل آهي اُنجي ڀيٽ ۾ چوٽي ڪمزور آهي. شيام ڀاڳيا جي "پراڻو زمانو، نئون زمانو" ۾ آڳاٽي پٽ کي ٻيءَ سمجھائڻ ٿو چاهي ته نئون زمانو سڌري ويو آهي، پر پٽ لاءِ اثر ٿو پوي ته پراڻو زمانو بهتر هو. اهو لکتو چڱيءَ طرح ثابت ڪيل نه آهي، اُنجي سمجھاڻي مبهم آهي. عام طور ته نئين ٽهيءَ وارا نئين زماني کي سڌريل سمجھندا آهن ۽ پير مرد پراڻي زماني کي. ان مونجهاري ڪري ڪهاڻي اثرائتي نه آهي.

[نئين دنيا ڊسمبر ١٩٦٥]

# تارا، ڪشور، گوبند پنجابي ۽ اُتم جون ڪھاڻيون

”نئين دنيا“ جي اٺين سالياني پرچي (جنوري
1966) جي ون ڪھاڻيون چڱيون دلچسپ لڳيون، پر
اوچ ڪوٽيءَ جي ڪھاڻي ملڻ مشڪل آھي. ”پورنتا“
تارا ميرچنداڻيءَ جي اڪثر ڪھاڻين وانگر، رٿا، بناوت
۽ عبارت ۾ پختي آھي. پر اھو عامل غير- عامل مسئلي
وارو موضوع گھڻو پنبل ٿو لڳي. لوٺي ڪن ڪتابن ۾
به اھي مدد جارج وپچا لچا لائين موجود آھن. ڪشور
ٻھوجا جي ”ڪمڙي جو اولاد“ پڻ شاھوڪار- غريب
جي پراڻيءَ وشيہ تي لکيل آھي، پر منجھس اثرائتي
طرز رکيل آھي، نہ غريب جي ڪم ٿيل ٻار کان شاھوڪار
جو ڪم ٿيل ڪتو وڌيڪ ملھائتو آھي. ڪھاڻيءَ جي
پڄاڻي بہ طرز پري آھي، نہ جڏھن ڪم ٿيل ٻار، ڪم ٿيل
ڪتي کي پورلي ساڻ وٺي ٿو اچي، تڏھن شايد سندس
قدر ٿو ٿئي. گوبند پنجابيءَ جي ”ماما“ مونکي رواجي
ڪھاڻي لڳي، جنھن ۾ ڪشمڪش ڪانھيءَ، دلچسپي
ڪانھي. ھڪ ماما جي پوڄاريءَ جي وڏوا پنھنجي ڌيءَ
کي ساڳيءَ مصيبت کان بچائڻ ٿي چاھي، پر اُن وشيہ
کي زوردار ڍنگ سان ڪو واقعو ڏيکاريل ڪونھي.
اُميد نہ ھيءَ جھوري ۽ جھونو جوان ڪھاڻي لوڪس،

جڏهن سيڪڙو کن چڱيون خاصيون ڪهاڻيون ڏنيون
آهن، سو ليکڪ کي اعليٰ ڪهاڻيون ۾ رچي وندو.
هرچي جي ٻيڙان ڪهاڻي الم جي "ڪشمڪش"
آهي، پر اها به نقص کان آجي نه آهي. هن ڪهاڻيءَ
جو موضوع نئون آهي: ساڳئي ناٽڪ جي سٽل من ۾
سجاڳي ۾ ڪشمڪش. انهي طرز به نئين آهي: انهن
ٻن جي وچ ۾ الدرولو سوال جواب (DIALOGUE)، جا هڪ
جديد مونولاگ طرز آهي. ٻئي شروع ۾ سمجهه ۾ نٿو
اچي ته ساڳيو ماڻهو پنهنجي اندر واري سان گفتگو
ڪري رهيو آهي. پاڻهي پيو ته ٻه الڳ ماڻهو سوال
جواب ڪري رهيا آهن. موقعا رو هر ڳالهه ۾ دور
تو ٿي جهڙي لڪيل آهي ته سٽل من ڇا رکيو سجاڳي من
سوپ ٻالي. ڪهاڻيءَ جو سرو جيڪڏهن "اندروني
ڪشمڪش" رکجي ها، جيڪر موقعا رو دور ٿي وڃي ۽
انتظار به قائم رهي.

[نئين دنيا مي ١٩٦٦]

نئين دنيا جي آزادي نمبر ۾ الم جي من پسند
واري ڪهاڻي "منا ماڻهو ڪڏا سگهندا" وڻي.

[نئين دنيا ڊسمبر ١٩٦٦]

# نئين ليکڪا جي بهترين ڪهاڻي

نئين دنيا جي سنڌيت پرچي ۾ موڪلي وري ٻــ نئين ليکڪا ڀڳوانتي ڪڪڙيجا جي پهريــن ڪهاڻــي "ساجنداس جو سنڪو" بهترين لڳي. اها جيتوڻيڪ سچي واردات تي ٻـڌل آهي، جنهن جا ڪردار خــود شرناٿي ۽ شري ڪڪڙيجا آهن، تنهن هوندي به اهـا ڏاهپ تي ڪري لــ، حقيقت لــي بهارنال ڪهاڻيون، ڪلپنڪ ڪهاڻين جهڙيون ئي دلپسند ٿي سگهن ٿيون. حقيقي واقعن کي وڏائي گهٽائي، ڦيرائي گهيرائي، ڪلاتمڪ رنگ ۽ بناوت ۾ آڻي سگهجي ٿو، حقيقي ڪردارن کي به ڪلاتمڪ بڻائي سگهجي ٿو. انهن سچن واقعن ۽ ڪردارن کي دلچسپ چونڊ تـي ٻڌائي سگهجي ٿو. ۽ منجهائن ڪو سماجڪ مخصوص مطلب ڪڍي سگهجي ٿو. اهــو سڀ شرنارٿي ڪڪڙيجا ڪيو آهي ۽ هــڪ ڪامياب ڪهاڻي لکي ورتي اٿس. مغربي تعليم جا غلام بمبئي واسي، سادن سودن سنڌو نگر واسين کي جانورن جي باغ جا پالتو ٿا سمجهن ۽ پــر موٽ ۾ سنڌو نـگــر جــا رهواسي، بمبئي وارن کي جانور ڪري ٿا ليکين. اهائي ڪهاڻيءَ ۾ طنز رکيل آهي. سڌريل سنڌي ڪٽنب، جن کي سنڌي ٻولي ڳرائي ۽ پراڻي ٿي لڳي، تن جا ٻچا ڪاڪو ساجنداس آخر چوئي ٿو، "پوءِ به تون چوين ته سنڌي آهن! هي. ته نقلي باندر آهن. سمجهه ته آهي اسان کان چڱا!!" ۽ ڪاڪي کان سنڪو پرچي تو وڃي! واهه جي ڏاڍير واري ڀچڙي آهي. [نئين دنيا آگسٽ ١٩٧٠]

# أثر جو مجموعو
# "ڪشمڪش"

اثر جي ڪهاڻين جو مجموعو "ڪشمڪش" مون کي وڏاڪ وٽيو ڇو جو منجهس گوناگون موضوعن تي مثالي ڪهاڻيون آهن، جي نڪيلون ڪهاڻيون آهن نه دلڪش به آهن. هن مجموعي اڪرڻ سان هو سنڌي ڪهاڻي نويسن جي أول صف ۾ شامل ٿي ويو آهي. ڪردارن ۽ واقعن جو صرفو هن جي ڪهاڻين جي أهم ۽ خاص خوبي آهي.

[لٽين دنيا جنوري ۱۹۷۳]

# ڪلپنا، گني، پشپ ۽ هريءَ
# جون ڪهاڻيون

ڪولاٻ جي جولاءِ ١٩٦٤ واري ڪهاڻيءَ پرچي ۾ لعل پشپ جي لکيل ڪهاڻي "دائرو" پڙهيم ۽ بيشڪ انهين موضوع "OEDIPUS COMPLEX" (ماءُ پٽ جو رشتو) تي لکيل هئي ۽ چڱي اثرائتي ڪهاڻي هئي. پر سڄو "دائرو" مون کي پورو سمجهڻ ۾ نه آيو. هڪ ڪمزوري ڏسڻ ۾ آئي ته اهو هرو ڀرو سچ نه آهي ته "استري جڏهن ٻيو پيار ڪندي آهي، تڏهن گذريل پيار جي اثر کي ڪٽي ڪندي آهي، انهيءَ طرح ڪڏهن نه ڪري سگهندي آهي." سڀ ڇوڪريون ائين نه آهن؛ ڪي ٻئين سر پيار ڪري سگهنديون آهن ۽ جهونو پيار وساري سگهنديون آهن. پر هن آکاڻيءَ جي نائڪا جيڪڏهن اهڙي آهي جو جهونو پيار (هڪ غير لائق پراڻيءَ لاءِ، جو "MOTHER COMPLEX" جو شڪار آهي ۽ ماسڪ روڳي آهي) نٿي وساري سگهي، ته پوءِ لڪين پراڻيءَ کي اِن مان ڪهڙو سک ملندو؟ اهڙيءَ ڇوڪريءَ سان ڏسي وانسي شادي ڪرڻ زندگي زهر ڪرڻ آهي. اهڙو قدم کڻڻ سمجهه ڀريو انهن زماني جو ڇوڪرو ڪٿندو ني ڪين، جو سندس زال جهوني پراڻيءَ جي سمرتين ۾ پيئي سڙي، ۽ پاڻ اهڙيءَ ڇوڪريءَ سان شادي ڪري خوش

گذارڻ جي اُميد رکي سگهي. ڇوڪري ۽ جيڪڏهن اهڙي مانسڪ روڳيءَ لاءِ پريم اٿي سهائي سگهي ته پاڻ به هيڻي ڇوڪري آهي. اُهن زماني جي پرديار ڇوڪريءَ جو پيار اهڙيءَ ماءُ جي مٺي پريميءَ لاءِ ٺڪار ۾ بدلجي ويندو، ۽ ته اُنکي اڃا به ياد ڪندي رهندي. تيئن به اُنهن گهرجي ته ڇوڪريءَ جو جهولو پيار ٺڪار ۾ بدلجي وڃي ۽ اُنهن پريميءَ کي ڪليءَ دل سان پيار ڪري جيون سگهي گذاري. موهن ڪلپنا جي ڪهاڻي به موڪلي وٽي، اهاپس بيباڪ ۽ لڌهن هوندي به اعليٰ آدرش واري هئي، ۽ مهنجي دل وٺان هئي.

گدي سامتاڻيءَ جي لڌبي مدو وگيانڪ ڪهاڻي موڪلي پوري سمجهڻ ۾ نه آئي ۽ جيئونٽيڪ مڌهس ڇهري جي قرڻ گهرڻ جا جي بيان هئا سي موڪلي سنڌي ساهت ۾ اوان لڳا. مرڪزي خيال ته ”ڇتڙن ٽان خون جا داغ ڌوئي نٿو سگهي“ ۽ انڪري ٽاول جو ٽاڪ پوسيءَ کان شراب ٿو پيئي، لنهنجو مطلب مونهنجي سمجهه کان ٻاهر آهي. اهي خون جا داغ ڪهڙا؟

هن ڪهاڻي پرچي جي. شاهڪار ڪهاڻي آهي غلام نبي مغل جي ”پوساڪ“. اهڙي زبردست، خوفناڪ پرانتي، مدو وگيانڪ، ڪلم ڪلم ڪهاڻي مون سنڌيءَ ۾ ته ڇا ڪٿي به نه پڙهي آهي. آمريڪن ناولن "TOBACCO ROAD" BY CALDWELL ۽ "MICE & MEN" BY STEINBECK

جي پيٽي ناهي! هن نوجوان جا لسا زندگيءَ جي گندگيءَ جا تفصيل جاچيا آهن، جا نه بر اندڙ لفظن ۾ آهن جا بيان ڇنڊيا آهن. جديد زماني جي قبيح آدب (LITERATURE OF THE UGLY) جو هيءُ شاندار مثال آهي.

[ "ڪونج" آگسٽ ١٩٦٣]

هري موٽواڻيءَ جي ڪهاڻي "هڪ لهر" چڱي ڀرپور ڪهاڻي آهي.

("ڪونج"، سيپٽمبر ١٩٦٤)

## "ساهت ڌارا" جون ڪهاڻيون

آنند کيماڻيءَ جي ڪهاڻي "روئندڙ رات جا ڪلندڙ ٽهڪ" ۾ استري پرش جا بيحد آزاد ۽ ڇڙواڳ پيار جا رشتا چٽيل آهن، جن مان اخلاقي گراوٽ جو مثال ٿو ملي. زناني حسن جا بيان ئي ڏيا ۽ اجايا اگهاڙا آهن. لکڻيءَ ۾ روانگي آهي پر گهڻا ڏکيا هندي اکر ڪم آندل آهن، اُلجهان، ڪساوٽ، مسڪان، ڪمپڪمپي.

سهيلن پرچي ۾ موهن ڪلپنا جي "کهوٽالو" جو انڪ من- روڳي ڪردار آهي جو اڌ چرياڻيءَ جون ڳالهيون ۽ دليلبازي پيو ڪري. ڪلپنا جي ڪهاڻين ۾ غصي جو اظهار بيحد ڏک ڏرسي درجي کي پهچي ويو آهي- گويا هڪ وهم بڻجي ويو آهي. ويچار ۽ عبارتون به غير معمولي ۽ منجهيل آهن، ٿوري ڪن هنڌ فيلسوفاڻا ۽ شاعراڻا به آهن. "کهوٽالو" بدران "ڀوڳنا" بهتر سرو ٿئي ها. لعل پشپ جي "آدرش جو بندن" ڪهاڻي گهٽ آهي، هڪ گهٽو آهي، موروڳيان ٿيڻ کان سواءِ گهٽو. منجهس ڪلپنا جي "سرءَ جا ڀن- پيلا پوپٽ" ڪهاڻيءَ لئي ڪهاڻي لکيل آهي ۽ انهي اڻانگ ائي هڪ اوچو آدرش ڪردار سو، پر خود غرض ۽ ڪريل ڪردار ڏيکاريل آهي.

هن ڪهاڻيءَ لي سمپادڪي نوٽ ۾ هنن ليکڪن جي شيلي "موهيت" ۽ "پشپمعن" ڪوٺيل آهي، جا بيحد وڌاءُ واري ساراهه ٿي لڳي، جا اسرندڙ ليکڪن سان لڳائڻ، ڪين فائدو نه نقصان ڪندي. [جنوري ١٩٦٥]

اصلوڪي ٻوليءَ ۾ لکيل ڪهاڻيءَ جو ھڳاءُ ٿو اچي، ۽ پنهنجي رچنا جو. لڇمڻ ڀمڀاڻي مهنجيءَ راءِ تي غور ڪري فيصلو ڪري.

هوندراج ٻلواڻيءَ جي حقيقت تي ٻڌل لکيڙي ڪهاڻيءَ "هيءَ سنڌيت آهي!" ۾ برابر هڪ تلخ حقيقت آهي، ته ڪيترن سنڌين ۾ مادري ٻوليءَ لاءِ تڪرار آهي، ڇو جو سنڌي گهڙي ڪم تي اچي؟ پر ان سوال جو جواب اهو آهي، ته مادري زبان فائدي لاءِ نه، پر پيار وچان ضرور اچڻ کپي.

[ساهت ڌارا، سپٽمبر ١٩٦٦]

پرچي جي ڪهاڻين جي چونڊ سٺي ڪئي آهي، ڇو ته اڪثر ڪهاڻيون، مهنجي ڪسوٽيءَ موجب، موضوع لوڙي بناوت ۾ آزاد ۽ جديد هوندي به، انتهائي جديد (الٽرا ماڊرن) نه فقط ليکڪ ئي سمجهي سگهي، پر عام شعوري پاٺڪ به سمجهائڻ ڪـو مطلب ڇنائي سگهي.

مهنجي خيال ۾ پرچي جي بهترين ڪهاڻي آهي نئين ليکڪ شيام جئسنگهاڻيءَ جي "اُلو"- جا هڪ نسن جي ڪمزور (نروس) ماڻهوءَ جي ڪهاڻي آهي ۽ مٿس ان مرهٽي آفيس ڪلارڪ جي هڪ ڏينهن جو بيان، سادن سودن پر اثردار تفصيلن سان ڏنل آهي. رت جي داب ۽ جسمانيءَ ڪمزوريءَ هيٺ، سٽيل

گاڏيءَ ۾ سنڌس سفر جا آزاديءَ جتي نهايت باريڪ
طور بيان ڪيل آهن. آفيس جي ڪم ۾ مبتلا ذهن
ڪاني ٿو ۽ ساڃهه جو وري گاڏيءَ ۾ چڙهڻي. گهر ٻار
ڌيان موڙي ٿو. دهلوي سنال لي ٽرنڪ ۾ قميص لي
چاهه هاري ڇڏي اٿس، ۽ پاڻ کي سچ پچ الوڙ ٿو
ڪولي. ليکڪ جي جاچڻا شڪتي واهه جي آهي. ڪهاڻي
جنهن مات ميٽ ۾ شروع ٿيئي ٿي، تنهن چپ چاپ ۾
پوري ٿي ٿي. ڪو هڪ ٻلاڪ حادثو ٿيا ڪا زوردار
چوٽ ڪاڻي، تنهن هوندي ٻي دل کي ڇهي ٿي،
اثرائتي آهي.

مدت پيٽاڻان ڪي. ايس. ٻالاڻي جي ڪهاڻي
پڙهي اٿم ۽ سنڌس "مان ڪاري" ۽ "پريا ۽ ڪراٽي"
والڪر "پڳل شيشو" ٻه زبردست ڪهاڻيون آهن، ٽوٽي
آئي پيٽي قاهڙي ڪري ڇڏي اٿس. تنهن کانسواءِ
آئي ساڻڪ جي ڪردار نگاري ۽ موتڪي زبادلي
واري ۽ آسپاوڪ ٿي لڳي. پيار جي شادي ڪيل
شاهوڪار جوان، پنهنجي پيڊ حسين ۽ پريم لاءِ ٽڙندڙ
زال هوندي ٻه، گرهست جيون مان جو اهڙو بيزار ٿيو
آهي جو دريءَ جو شيشو پٽي پنهنجو منهن قاڙي ٿو
وجهي؟! سمجهڻ ۾ ڪو اچي. زال مان سمجهوڪ مان ٻالس
ٿي اچيس. گرهڻي [زال] لفظ کان نڪار ٿي ويو اٿس!-
عجيب ماجرا لڳل اٿس، شايد ڪو جنسياتي پاڳل ٿو

ڏنجي. زالس سندس لاءِ ماندي آهي، ۽ هڪ رات ننگي ٿي، نا اُميديءَ ۾ پلنگ تي پيئي آهي. اهو نظارو زوردار ۽ بيباڪ بيان ٿيل آهي، پر نفسياتي ڪونهي. پر مرد تي اهو اثر زال جي واسنا ڀريل بيشرمائيءَ جو ٿو ٿئي، جنهنڪري ڏک هٿان ٿو ڪڍيس ۽ پنهنجي ٻئي بنگلي ۾ اڪيلو ڇڏي ٿو اچيس چي، هاڻي گرهستيءَ کان آجو ٿي ٿو وقت پراڻي ڪٽڻجي پيو ايندس، عجيب مورکيءَ وارو مرد آهي! انتريءَ حد تي پهچي ته زال کان سواءِ رهي نٿو سگهي، ۽ بنگلي تي وڃي وڃيس ٿو، ته هوءَ اڳيئي وٽس هلي وئي آهي. ڪمزور پڇاڙي پيئي لڳي. عبارت هنديءَ سان ڀريل آهي. انگريزي اکر به گهڻيئي آهن.

وشنو پرڀاڪر جي "هڪ بيڪار شام" ۾ پهريان ۴-۵ صفحا، ٻن ڀائرن جي وچ ۾، هڪ آرٽ گئلريءَ ۾ امپريشنسٽ آرٽ تي بحث ٿئي ٿو، جو سچ پچ سمبالڪ آرٽ تي بحث آهي. ليکڪ کي شايد تفاوت جي سڌ ڪانهي. ان بحث جو ڪهاڻيءَ سان ڪو واسطو ڪونهي. پوءِ هوٽل ۾ چانهه پيئڻ وقت ٿا، ته ڇوڪري ڪنهن روم ۾ وڃي وهڻ ٿي چاهي، ٻاهر انبوهه ۾ ٿي وڃي، ڇو جو مڱڻي وئي آهي ۽ جلد شادي ٿيڻي اٿس. پر جوان کي ڇپو ڇوڙو ڪپي، جو هوءَ ٿي ڏئيس. هوءَ ڪيس ڀرام ته، فقط پسند ڪندي آهي

۽ هاڻي ته صرف دوستيءَ جو نالو وٺڻ ٿي چاهي. جوان جي اندر ۾ الجهن آهي، ته ڇوڪريءَ جو من شانت آهي، عملي ڇوڪري آهي. اهڙيءَ طرح ناٽڪ لاءِ سڄي شام بيڪار ٿي ٿي وڃي. چالو زندگيءَ جو ڇڳيرو چٽر آهي، پر ڪا خاص خوبي ڪانهي. ڇوڪريءَ ڪي وچ ۾ هڪ ڪرشڻ ڇوڪريءَ جون يادگيريون ٿيون اچن، جنهن جو ڪهاڻيءَ سان خاص لاڳاپو ڪو نهي، شايد ڪهاڻيءَ کي سڀاويڪ بڻائڻ لاءِ وڌل آهن.

اندر ڪيماڻيءَ جي "نومبر جي آخري (آخرين) رات" جو مکيه نظارو به، وشنو پرڀا جي ڪهاڻيءَ وانگر، هڪ ريسٽارنٽ ۾ رکيل آهي جتي نائڪ نائڪا پاڻ ۾ گڏجن ٿا. پر سندس "جانزي" ۾ چاٽائل اڪهاڻي جي اصولن خلاف، هيءَ ڪهاڻي ڪهاڻي آهي، جنهن ۾ ڪو موضوع ڪميل آهي، جنهن ۾ اوسر رکيل آهي، جنهن ۾ پڄاڻي به آندل آهي. مطلب ته ڪهاڻيءَ جا سڀ عناصر موجود آهن، پر جاٽي واٽي اڻگهائل، الجهيل ڦيڙانيون ڪا ٿيندڙ ٿيڪڪ ۾. هوٽل ۾ نائڪ، پرڀتما جون "هماليه بلنديون" ڏسي ٿو. عورت جون "بلنديون" هماليه پهاڙ جيڏيون ڪين ٿينديون، سا تشبيه تصور ڪرڻ محال آهي. پوءِ منجهيل سنجهيل پريم جون ڳالهيون ڪن ٿا ۽ آخر ۾ شاديءَ ڪرڻ جو اقرار ڪن ٿا. گڏجاڻيءَ جي آخر ۾، انساني جسم جاءِ ڪاڏي ڪاڻڻ جا نهايت قبيح

تفصيل ڇڏيل آهن، جڏهن ڪري شاهد پرماڻن جو "رومانس" ڪم ٿي نٿو وڃي ۽ "انٽي رومانٽڪ" ٽهڪ ڏين ٿا! ان رات گهر ۾ آفيس جا فائيل اٿلائيندي، ناٽڪ ڪي اوچتو زندگي زوال ڏسڻ ۾ اچي ٿي، آخرڻ فقري ۾ پريتما ڪلپنا ۾ اچيس ٿي، "جيون درشن" ٽٽي ٿو پوس، بي آسري ٿي نٿو پوي. پر ڇتو نٿو پوي نه ڇو اهو ڦرو مڇهس آهو! شاهد ڇڪي ٽاٽي زندگيءَ جي بيهودگيءَ جو هستيوادي فلسفو ڪهاڻيءَ ۾ آڻيو هو ۽ آندو ويو آهي. اها پڇاڙي نه پر اونداهي آهي، ڏڪا هڻي ڪو مطلب ڪڍڻو ٿو پوي سڄي ڪهاڻيءَ جي لکڻي لاءِ ڇوڙي، بيحد وڏائي واري آهي. پر اهڙو ڇيڙو نه ڪن هڪڙ سهڻي ۽ اثرائتي ٻڻ آهي.

ايشور چندر جي "هڪ مرڪ جي ڪنجوسي" هڪ پرماڻيءَ جي بدل، جهوائي زوالي جي ڪهاڻي ٿي لڳي. ڪيس ٻه ڇيڙون پيارڻون آهن: هڪ ٻڌ ڀڳوان جي تصوير مرڪ ۽ ٻي پنهنجي پريتما جي مرڪ. وهم انس نه هڪ مرڪ کسجي وڃي نه ٻئي ۾ کسجي ويندي. تنهن ڪري ٻڌ جي تصوير پنهنجي پياري دوست کي نه نٿو ڏئي (جو ان لاءِ ماندو آهي) ۽ هن سان ان ڪري دوستي ئي ڦٽائي ٿو ڇڏي. پاراٽي ڳالهه پيئي لڳي! ليڪ ڏسي ٿو نه ٻڌ جي مرڪ مان پريتما مرڪي رهي آهي، ٻئي مرڪون هڪ ٿي ويون آهن- سو ڇا؟

تنهنجو مطلب ڇا؟ ڪمزور ٻڌائڙي آهي، اِي مطلب اَٽل پوري. ”مرڪ جي ڪنجوسي“ اٿو ٽهڪڙ پيو لڳي.

هنن لون ليکڪن جي ٻوليءَ ۾ خاص ٻه غلطيون اڪثر نظر ۾ اچن ٿيون: هڪڙي ته پنهنجن جملن جا فاعل ڪاڻي ٿا وڃن، ٻي چوڪ آهي ته ”ڪولهي“ ۽ ”ڪانهي“ ۾ تفاوت نٿا رکن.

[ساهت ڌارا، اپريل ١٩٦٧]

# "سنگيتا" جون ڪهاڻيون

"سنگيتا" جي خاص "ڪهاڻي پرچي" ۾ "ڪيرت ٻاٻاڻيءَ جي "ٻپ" نهايت ننڍين وشين تي، نهايت مٺو وگيانڪ ۽ تصوري طرز ۾ لکيل، نهايت دلچسپ ڪهاڻي آهي. پر ڪهاڻيءَ جي آخرين سٽ اُها چئي آهي- "پر ڪير ٻڌائيندو، اُن بعد پروفيسر جو ڇا ٿيو؟" ان بدران اشارو ڏيڻ کپي ته اسپتال جي نرس رپورٽ آندي ته- پروفيسر جي گلي ۾ ڪينسر ڪولهي، جنهنجو هيڏو هراس وٺي ويو هوس. ڪهاڻيءَ جو سرو به "ٻپ" بدران "هراس" بهتر ٿو لڳي. پوپٽي هيراننداڻيءَ جي "ٽڪڻي" ڪيترا سال اڳ شايد "گسڪڻي" نالي هيٺ هندواسيءَ ۾ ڇپي هئي ۽ ٻال مزدورين لاءِ همدرديءَ سان لکيل ڪهاڻي آهي. ماڻهن ۽ ماسترياڻين جي هيسايل نازڪ طبع ڇوڪريءَ ۾ ڪٺن همدرد ماسترياڻيءَ جي همت وڌائڻ سان همت اچي ٿي وڃي، سو چٽر چٽيل آهي. پر جڏهن ٽڪڻيءَ جي هٿن مان دلو ٽڪي ٿو وڃي ۽ ڇوڪريون چيڙائينديون ٿيون، تڏهن وڏڪ اڙائيندو ٿئي جيڪڏهن دل ٻڌي چئي ڏئي ها، "بيشرميون، ڀڄ نه ٿي اچو!" پر هتي ڏيکاريل آهي ته اهو فقط خيال ڪيائين، پر چيائين ڪين. وشنو ڀاٽيا جي "هنجو هنجڻ" ۾ ڪو لڇون، وٽندڙ نيم مذاقي خيال ڏنيل آهي. پر

منجهس اجائي اڻڳهه ڪيل آهي. هر هر دهرائڻ ۾ پڙهندڙ
کي خوش ڪرڻ لاءِ پڙهڻيءَ اندر، ليکڪ، ڳالهه ٻڌڻ
جي ڪوشش ڪئي، ته ڇوڪريءَ جو اهو ئي جواب!
”پر اُن ۾ ڪهڙي وڏي ڳالهه آهي؟“ آخر، سلجهاءُ سٺو
آهي: ”تون جهڙن آهين، مون لاءِ ڪافي آهين؟“ ”هن
جو هئڻ“ سڀ ئي معني ۽ اهڙو ئي لڳي ”ڪهڙي وڏي
ڳالهه آهي؟“ بهتر نٿي ها. هند- پاڪ ورهاڱي تي لکيل
ٻن ٽن ڪهاڻين مان هڪ سٺي ڪهاڻي آهي گوبند
پنجابيءَ جي ”مالڪ مولي.“ ان ۾ ڏيکاريل آهي ته
واپاري ٻيءَ جو هڪڙو ئي پٽ، ٻيءَ جو ڪمائي وارو
ذندو جيڏي، پارٽي ڏوج ۾ بهادريءَ سان لڙندي شهيد
ٿئي، پارس مالا جي گلي ۾ سچو مالڪ مولي ٿئي
ٿو پوي. هريش واسواڻيءَ جي ”ملاقات“ ۾ چڱو مٺو
نفسياتي لکيو ويل آهي. جا ڇوڪري ڪنواري هوندي
سادي سودي ۽ نفيس سڀاءَ واري هوندي هئي، سا
شاديءَ کانپوءِ مڙس جي غيرت پڪڙڻ لاءِ ان جي
پيو نڪ ڪيدي اچي ۽ نفساني وچاني ٿي پوي. هن
ڪهاڻيءَ جي لکڻي ليکڪ جي دستوري الجهيل انداز
کان سٺين سهڻي آهي. ”آخرين ملاقات“ سڀ بهتر نٿي
ها. ڪمل پياسيءَ جي ڪهاڻيءَ ۾ شاعرانه ۽ فيلسوفانه
خيالن جي ملهاري کا اڻ پلٽ آهي، جنهن ڪري
ڪهاڻي گول مول ٿي پيئي آهي. گوردن لدواڻيءَ التي

ڪنگا وهائي آهي؛ ژال پيٺي پيار ۾ وهلور وجهي، مرد پنهنجو ضابطو رکي، اسپاٽ ڪائي نه لڳي.

[سنگيتا مئي - جون ١٩٦٦]

## "ڇوليون" جو پهريون پرچو

(پهرئين پرچي ۾) نندلعل جي ڪهاڻي "سمجهوتي" مونکي پسند آئي، جنهن ۾ ڪتاب پڙهڻ لاءِ پيار ڪيرائي جو نازڪ موضوع همدرداڻي تفصيلن سان بيان ڪيل آهي ۽ گورڪي جي "مدر آف امن" جي يادگيري نو ڏياري. ژال جي پوڙهڻ ۾ مڙس سمجهوتي نه ڪري ۽ سگهي ٿو پيار وچان شيوا ڪرڻ ۽ آنت نو ڏئيس، سو اثرائتو ورتل ڪيل آهي. وشنو ڀاٽيا جي "هڪ سگريٽ ۽ ٻي جوڙا نگاهون" انهن وشي ۽ عجيب نيڪ واري ڪهاڻي آهي، جنهن ۾ هڪ عاشق، بس ۾ سفر ڪندي، هڪ سگريٽ ڇڪي ختم ڪري ٿو ڇڏي، جا ڳالهه ڪنڊڪٽر کان اهڙو وقت لڪائڻ مشڪل ٿي لڳي. ننهن وچ ۾ خيال ڪندو وڃي، ته ڪيئن ماضيءَ ۾ ژال سان ڪوشندو هو ۽ پريتما سان ڇرچ بازي ڪندو هو ۽ ڪيئن مستقبل ۾ بس مان لهڻ سان پريتما سان ملندو ۽ پريم ليلا ڪندو. اهڙين نيڪ هوندي به ڪهاڻيءَ ۾ گهڻي دلچسپي ڪانهي، اڻڪهه آهي، لوٽي هن لکڪ جي دستور موجب پلاٽ ۽ ڇاپين جسون

جهلڪون جام آهن.

ڪافڪا تان هيرو شيوڪاڻيءَ جي ترجمو ڪيل ڪهاڻي ”ڳوٺ جو ڊاڪٽر“ سهڻي نظر ۾ سچائيءَ جيئن جي اُتر آڏيس ڪهاڻي يا ”فينٽيسي“ ڪاهي، جنهن سمپادڪي اوٽ ۾ اڪيل آهي، پر حقيقت ۾ بدل، جيوت ۽ موت جي تمثيل واري ڪهاڻي يا ”ائليگري“ آهي.

## ”سنڌو“ جون ڪهاڻيون

سنڌوءَ جو جلد ڇهون نمبر ٻيو. امرلعل هنگوراڻيءَ جي جهوني ڪهاڻي ”هيءَ به راڄهوءَ سنڌي روپ“ اِها ڄاڻين لٽ لٿين ۽ ٻردبار ڪهاڻي آهي. قتن سکواڻيءَ جي ”ديوالا“ اڳرائي سماجڪ ڪهاڻي، جنهن جو موضوع نئون آهي، پر بناوت البت ٻاڙي آهي. موندراج بلواڻيءَ جي ”ڳهر ٻاري زندگي“ اهڙي جهڙي زماني جي وارتا لڳي. جنهن ۾ آڳڪهاس ڄاڻين، اخلاقي مطلب رکيل آهي، پر ڪهاڻي ڪلا جو نشان نه ڪرلهي.

[اپريل ١٩٦٧]

## "جيجل" (١٩٧٧) جون ڪهاڻيون

ڌرتي روشن آهي (آغا سليم) * سهڻي ۽ سرل سنڌيءَ ۾ لکيل صادق جذبي سان ڀريل سنڌ جي پريم ڪهاڻي جا هيتري طويل هوندي به، ايتري دلچسپ آهي. ٻراهمڻن جي ماٺيڪ جدوجهد معمولي ڪيائڪ چڱي سان چٽيل آهي ۽ ڪهاڻيءَ کي اعليٰ درجو ڏني ٿي. عاشق لاءِ ڪائنات اونداهي آهي پر معشوق لاءِ ڌرتي روشن آهي. لاڙڪاڻي جي سونهن جا سنڌر، شاعراڻا ۽ مختصر بيان ڪيل آهن.

ڦيڪڙ (موهن ڪلپنا) * هڪ گهٽ پڙهيل، مگر اوري دماغ واري نيم پاڳل ڪردار جي ڪهاڻي. ڪلپنا جهڙي ڪيتر ليکڪ ههڙي هلڪي ڪلانيندڙ ڪهاڻي ڪيئن لکي؟ ڪا خاص دلچسپ ڪانهي.

ٻرف (سنڌري المڻداڻي) * سهڻي ٻوليءَ ۾ لکيل نفيس ووا جي مسئلي تي، دکدائڪ دل ڇهائيندڙ ڪهاڻي. پڇيءَ جو ڏسيل حل، ته گهوٽ ڪنوار کي الڳ ڪمرو ڪري ڏيو ته زال مڙس خوش گذاريندا سو وڪيل ٺڪرائي ٿو ڇڏي. پر اهو آسان حل جيڪڏهن جج اڳيان پيش ڪيو وڃي ها ته هو شايد قبول ڪري ها، انصاف اهڙو انڌو نه ٿئي ها. مونکي ڪهاڻيءَ ۾ اها ڪمزوري ٿي ڏسڻ ۾ اچي جو جو جج طلاق ڏيارڻ ۽ نه ڪرڻ جي هرڪا ڪوشش ڪندا آهن.

ٻه وساٽل انسان (ڪرشن کٽواڻي) * ٻن ٻڍن ڪهاڻيءَ
۾ ڪا خاص اهميت ڪانهي. ڪهاڻيءَ ۾ هڪ نئين خوبي
آهي جو ڪليو ڪلاڪ هڪ ٻئي سان گڏ رهڻ گذاري ٻاسين نا
۽ سچ، پيار جو رشتو شروع نا ڪن.

هي رشتا ناتا (پوپٽي هيراننداڻي) * اهڙيون وٿون
جي اڄ بيباڪ لڳنديون هيون، سي هاڻي ڇڙواڳ
سماج ۾ سادارڻ ٿي پيئون آهن. چڱو جو ڪهاڻيءَ جي
اخلاقي پهاڻي ڏيکاريل آهي، پر ڪا نوانڻ ڪانهي.

فيصلو (لکمي کلاڻي) * ٻڪي سٺي سنڌيءَ ۾ لکيل
(گهٽ ڏکين اکرن هوندي به) فهميدن وڇارن واري ۽
ٻارڪ مهو وگياڪ چيد ڪيل ڪهاڻي آهي. پر انجي
پلاٽ ۾ ڪي تضاد ڏسڻ ۾ اچن ٿا، جن ڪري دل سان
نٿي لڳي. ايم- اي- پاس ڪيل مڌهن موچاري
ڇوڪريءَ کي امبئي کان ڪلڪتي ٿانين ڇو ڪو
ڇوڪرو قبول نٿو ڪري، ڏهڪيو ڪو ڪارڻ ڄاڻايل
ڪونهي. جڏهن مرد ليت شادي ڪرڻ جو فيصلو
ڇوڪريءَ لئي ٿو ڇڏي، جڏهن لاءِ هوءَ آئي آهي ته
پوءِ پنهنجي سر اهو فيصلو ڪري شادي ڇو نٿي
ڪري؟ اهڙ ڪهڙي اڙچڻ آهي؟ هيڏيءَ هڻ ٻيڙ کان
پوءِ به فيصلو نٿي ڪري، ۽ ڪهاڻي اڻ پوري رهجي
وڃي ٿي. سڄو پلاٽ ۽ ناٽڪا جي چرتر اڳاري اسڀاوڪ
۽ غير اعتبار جوڳي ٿي لڳي. ليکڪ ناٽڪا کان ناڪاري
فيصلو ڪرائي ها ته سندس چرتر کي آخر اوچو ڪري
ڇڏي ها، نه ڪمزور. (جيجل- سالنامو ١٩٧٨ لاءِ)

# سنڌيت مخزن جون ڪهاڻيون

لکڻ جي "سنڌيت" ۾ سنڌ جي ليکڪا زهرا مومن جي "هيءَ هڪ ڪهاڻي؟" حب الوطنيءَ جي هڪ پهلوءَ تي دلپسند ڪهاڻي آهي، جنهن ۾ ڏيکاريل آهي ته ڪنوار ساڻ لانئون لهڻ بعد به گهوٽ سندس گهوراڪهت ڪولهڻ کان انڪار ٿو ڪري، جيستائين ڪ هوءَ ولائتي وستر لاهي سنڌي ٻهراڙيءَ جو ويس نٿي پهري. پر ڪهاڻيءَ جي لکڻي نيٺ محاوريدار ناهي، سادي سودي سنڌي آهي. زهرا مومن هڪ نئول ليکڪا ٿي ڏسجي. جنهنجا وچار وسيع آهن ۽ مشق پچائڻ سان ادبي ٻولي ٻڻ ٻرائي وٺندي. هري همٿاڻيءَ جي "ماڪيءَ جي مک" هڪ وندرائيندڙ مذاقي ڪهاڻي آهي، جنهنجي شروعات ۾ ڪجهه ابهگهه ڪيل آهي. پر اهڙي مذاق پنيان طنز ٻڻ رکيل آهي ته ڪيئن پوڙهو ڪاڪو ناسور جو روڳي هوندي به جسماني روڳي ٻڻ آهي ۽ هڪ عورت سان همٿ چراند ٿو ڪري، جا ڳل تي چماٽ هڻي هوش جاءِ ڪري ٿي ڇڏيس. تيرج قابل جي "جيئي سنڌ" هڪ انقلابي آکاڻي آهي. منهنجي خيال ۾ هن ڪهاڻيءَ ۾ سياسي سمجهه جي کوٽ ڏيکاريل آهي ۽ اها دوراندیشي ڪيل ڪانهي ته ٻاري سنڌين جي انقلابي قدم جو هند پاڪ جي سڌرندڙ رشتن تي ڪهڙو اثر پوندو؟

[سنڌيت ١٩٧٧]

# گوبند پنجابيءَ جو مجموعو

## ”هوءَ موٽي آئي“

گوبند پنجابي سنڌيءَ ۾ سوشلسٽ ساهت جو هڪ باني آهي. سندس پهريون ڪهاڻين جو مجموعو- ”سرد آهون“ سنڌ ۾ ڇپيو هو، جنهن ۾ ڪردارن ۽ ماحول معرفت سوشلسٽ آدرشن جي عڪاسي ڪيل آهي.

گوبند جا ڪردار واعظ يا پرچارڪ نه آهن. هو سوشلسٽ آدرشن ڏانهن پلاٽ ذريعي اڻسڌيءَ طرح ڪلاڪاريءَ سان اشارو ڪن ٿا ۽ ڪهاڻيءَ جي اسڪ کي مرڪز ڏين، جئن هنجي ڪهاڻين جي ٻئي مجموعي ”سورج مکي“ ۽ هاڻوڪي مجموعي ”هوءَ موٽي آئي“ مان ظاهر آهي. هي ڪهاڻيون گوناگون سماجڪ، آرٿڪ ۽ راجنيتڪ موضوعن بابت آهن ۽ ٻڌائي، آڌنڪ ڪهاڻي، مواد لاءِ ۽ ٽيڪنيڪ واري پاسي پاسي جي ٽيڪنيڪ ۾ لکيل آهن. سڀئي ڪهاڻيون آزادي ۽ برابري، انسان دوستي ۽ عقل پرستيءَ، پيار ۽ سهڪار (جيڪي سڀ سوشلزم جا بنيادي آدرش آهن) جو اظهار ڪن ٿيون.

گوبند پنجابيءَ کي سنڌي ٻوليءَ تي سٺو دسترس آهي. هنجي عبارت سليس ۽ صاف سنڌي آهي.

[ڪاڪتو آگسٽ ١٩٨٠]

# سُندري چاندواڻيءَ جو مجموعو
# "تون ڪٿي آهين؟"

سرڳواسي شريمتي سندري چاندواڻيءَ جي ڪهاڻين جو مجموعو "تون ڪٿي آهين؟" مون کي موڪلڻ لاءِ شڪرانا. سرڳواسي جون ڪهاڻيون پڙهي مان ته حيرت ۾ پئجي ويو آهيان. سندس "هيءَ به هڪ زندگي" ته مون اڳيئي پڙهي هئي ۽ اُنکي هڪ شاهڪار ڪهاڻي ليکيو هوم. پر هن سنگره ۾ به ٻيون شاهڪار ڪهاڻيون اهڙيون آهن، جي هڪ ٻئي کان وڌيڪ عاليشان آهن. "زندگي تنهنجي/منهنجي/هنجي" ۾ هڪ نازڪ گهرو مسئلو کنيو اٿس ته، ڪنهن عورت جي شادي ڪرڻ کان اڳ ڪنهن ٻئي پرش سان پيار جو ناتو پاپ آهي ڇا، جڏهن ته هاڻ هوءِ مڙس سان بلڪل وفادار آهي؟ مرد کي شاديءَ کان اڳ ته ڇا، پر پوءِ به ٻين عورتن سان پيار ڪرڻ جي آزادي آهي. پر استري هڪ پراڻو وساريل ۽ معصوم پيار جو دل کولي مڙس سان سلي ٿي، تنهنکي هو گناهه ٿو سمجهي. اهو ڪهڙو انصاف آهي، هن آزاديءَ جي زماني ۾؟ ٽين شاهڪار ڪهاڻي آهي "رولاڪ" جنهن ۾ هڪ آواره پر خوددار شخص جي ٻارڙڪ چرلر اڳاري ڪيل آهي، جنهن ۾ بمبئيءَ جي

اڄڪلهه شهر ۾ ڏڪا ٽاٻا ۽ تلخ آزمودا بردباريءَ سان سهڻ، اهڙي منووگياڪ ڇيد سان بيان ڪيل آهن، جي ڪنهن بہ ڪل رسيل ڪهاڻي نويس جا لائق آهن. وڏو عجب اهو آهي تہ ١٦ کان ٢٣ سالن جي ننڍي جمار ۾ جيون جا اهڙا گهرا ۽ انسان جي من جا اهڙا پيچيدا مسئلا هن ڪيئن گرهڻ ڪري ورتا! مان انکي هڪ اسرار ٿو سمجهان جو هن استريءَ جي اندر ۾ ئي سوجهہ ٻوجهہ مان پيدا ٿيو آهي، ايشور جي ارپيل ڏات آهي جنهنکي ادراڪ جو درجو ڏئي سگهجي ٿو. وري سندس سنڌي ٻولي بہ اهڙي سرل، سپڪ ۽ سلوڻي آهي جو ڪيترن ڪن پختن ليکڪن کي بہ شهہ ڏئي وڃي. مونکي خاطري آهي تہ جيڪڏهن هن ڪچيءَ عمر ۾ چالاڪي ڪرڻ جي ٿهر بدلي وڌيڪ آورجا ملڻ جي سڀاڳس مهر ٿئي ها، تہ هاڻوڪين برک ليکڪائن سان ڪلهو ڪلهي ۾ ملائي بيهي سگهي ها سنڌو چاندواڻي.

(ليکڪا جي "بنڌن مڪتي" تان، ١٩٨٠)

# ٽي. ايڇ. آڏواڻي ۽ سنڌي ڪهاڻي

پارس ۾ سنڌي ٻولي کي زندهه رکڻ ۽ سنڌي ليکڪن کي همٿائڻ لاءِ مهندجي. دلبر دوست ۽ سنڌي رچنائن جي ماهر انگريزي اُستاد سرڳواسي (پروفيسر) ٽي. ايڇ. آڏواڻيءَ ۾ اهڙو اُتساهه جاڳيو هو جو "هندواسي" هفتيوار ۾ سنڌي ڪهاڻين جي چٽاڀيٽيءَ جو اعلان ڪيائين، جن مان بهترين ٽن ڪهاڻين کي پنهنجي هٿان ڇڱا چوکا نقد انعام ڏيڻا ڪيائين. سڄيون ساريون ٢٢٩ ڪهاڻيون آيون سهڙيون، جن منجهان چونڊ ڪرڻ لاءِ پاڻ، مان ۽ ڊاڪٽر دودواڻي، سندس جاءِ تي گڏيا هئاسون ۽ ڪهاڻين جي خوبين خامين تي بحث مباحثا ڪندا هئاسون. ڪيترن ليکڪن سان روبرو گڏجي، ساڻن صلاح مصلحت ڪري، ڪهاڻين کي سڌاريندا سنواريندا هئاسون. نتيجي ۾ پهريون نمبر انعام سندري اُتمچنداڻيءَ کي "ڪير پريا هٿڙا" لاءِ مليو ۽ سندس ٻي ڪهاڻي "وڇوڙو" لاءِ پڻ انعام ڏنائينس. ٻيون نمبر انعام گني سامتاڻيءَ کي "پدمن" لاءِ، ٽيون نمبر ڪي. ايس. ٻالاڻيءَ کي "پريا ۽ ڪرانتي" لاءِ ڏنوسون. آڏواڻيءَ کي ٻيون ڪهاڻيون پڻ اهڙيون پسند پيون جو ايشور چندر، ٽيرٿ سباڻي، ڪرشن کٽواڻيءَ ۽ ڪلا پرڪاش کي پڌرائيءَ کان وڌيڪ انعام ڏنائين. اهو ڪهاڻي سنگرهه پرک جهولي

پرڪاشڪ جڳت آڏواڻيءَ "ڪير پريا هيٺرا" عنوان سان ١٩٦٠ ۾ شايع ڪيو هو ۽ هن ڪتاب جي مهاڳ ۾ ني. ايل. آڏواڻيءَ هر هڪ ڪهاڻيءَ جو تنقيدي جائزو ورتو هو.

سنڌي ساهت ۾ اهڙي شيوا ڌاريءَ کي وساري وهڻ ساڻس وڏي بي انصافي ڪرڻ ٿيندي. سندس نالو سنڌي ساهت جي اتهاس ۾ امر رهڻ کپي.

[ڪلڪتو، ١- جولاءِ ١٩٧٩]

## سنڌي ڪهاڻيڪار ثميره زرين

ثميره زرين جي گذاري وڃڻ جو ٻڌي ڏاڍو افسوس ٿيو اٿم. سنڌي ليکڪائن جي مختصر فهرست مان هڪ گهٽجي وئي. "جهولي لعل" ۾ اُن جو هن لئي ليک پڙهيم ؛ عجب کاڌم ته پردي نشين هئي، ڪنواري هئي ٣٠-٣٥ سالن جي عمر لاڳين پڻ ۽ تخلص هيمت لکڻ تي واد وواد هلي هئي ته هڪو مرد سندس نالي ۾ لکي رهيو آهي.

[ڪلڪتو، ٢٥-٦-١٩٧٨]

[۲]

# ”نئون چين“ ۽ اُنجو ليکڪ اُتم

مشرقي دنيا ۾ هندستان ۽ چين وڏي ۾ وڏا پاڙيسري ملڪ آهن. هندن سڀيتا ساري سنسار ۾ جهوني ۾ جهوني آهي ۽ لڳ ڀڳ هڪجهڙي آهي. ڀارت کي سايا ٥ سال ۽ چين کي سايا ٣ سال ٿيا (١٩٥٣ ۾) جو صدين جي غلاميءَ کان آزادي حاصل ڪئي اٿن. اُن ٿوري عرصي ۾ هڪ پاسي چين نظامي ڪماليت حاصل ڪري چڪو آهي، پر ٻئي پاسي هندستان ڪيترو نه پٺتي پيل آهي! چين جي مثال مان هندستان کي گهڻا ڪارائتا سبق سکڻا آهن، جئن ڪالهوڪه ٿــي ٻئي ملڪ ڪلهو ڪلهي ۾ ملائي اوڀر جي اڳواڻي ڪري سگهندا.

منهنجو اُداڻي دوست ”اُتم“ ڪيتري وقت کان چين جي نئين نظام جو گهرو اُڀياس ڪندو آيو آهي. هاڻي اُها کوجنا مڪمل ڪري ”نئون چين“ ڪتاب لکيو اٿس. ان ۾ چين جي نئين سرشتي جي هر پهلوءَ کان روشني وڌي وئي آهي، سياسي، آرٿڪ، سماجڪ، تعليمي، هنري وغيره وغيره، ۽ چيني زندگيءَ جا مڙئي پاسا نهايت چٽيءَ طرح سمجهايل آهن ۽ دلچسپ

نموني ۾ پيش ڪيل آهن. "اَنم" جي عبارت ۽ دستور موجب ڇپيدي ۽ مانيدار آهي. مونکي خاطري آهي ته هي ڪتاب سنڌي پاڙهن ۾ چين واسطي باهپ چڙهي چاهه پيدا ڪندو ۽ ڀارت - چين جي قديم دوستي وري قائم ڪرڻ ۾ وڏي مدد ڪندو.

[مهاڳ تان - ١٩٥٣]

# ٽئگور - هڪ جهلڪ

فخر جي ڳالهه آهي جو گرديو ٽئگور جون مکيه رچنائون سنڌي ساهت جو حصو ٿي ويئون آهن. "ٽئين دنيا" پارن جو ٽئگور - هڪ جهلڪ (ليکڪ آلم) پستڪ اڪتو آهي سو منهنجي نظر ۾ ڪرالو آهي. ڏسڻ جي تو ته ڪتاب ٿي اهو ننڍو شايد لڳندو پر وچان رکيو ويو آهي، ڇو جو منهنجي ٽئگور تي صرف هڪ جهلڪ نه، پر ڪيترا جهلڪون ڏنل آهن، جن مان هر هڪ جهلڪ، صرف جهلڪ نه، پر چڱو چوکو شعاع آهي، جنهن ڪري ڪتاب ٽئگور ساهت تي گهڻن طرفن کان ڀرپور روشني ٿو اڇلي. ۽ ٽئگور تي سنڌيءَ ۾ پهريون تنقيدي ڪتاب ٿي پيو آهي. هن ڪتاب جي ٻي خاصيت اها آهي جو ڪيترا ئي مضمون هڪڙي ئي ليکڪ شري آلم جا لکيل آهن، جنهن ڪري سڄي ڪتاب ۾ خيالن ۽ عبارت جي هڪاگرتا آهيئي آهي، جا مختلف لکندڙن جي مضمونن ۾ ملي نه سگهندي.

هن ڪتاب جو پهريون مضمون آهي. "ٽئگور ۽ سنڌي ساهت" جنهن ۾ نه فقط اهو ذڪر ڪيل آهي ته ٽئگور جا گهڻا ناول، ناٽڪ، آکاڻيون ۽ شعر جا ڪتاب سنڌيءَ ۾ آيل آهن، پر اهو پڻ ڏيکاريل آهي ته سنڌي

ساهت ۾ انهن شاعرن لي گرديو جي رچنائن جو گهڙو
اثر پيو ۽ گهڻون نيون ڌارائون پيدا ٿيون. "انسانيت
جو اُپاسڪ ٽئگور" سري وارو ليک پڙهي عجب ٿيو لڳي
ته ٽئگور جي اٿاهه رچنائن مان اهڙيون به ڪي آهن جا
جنهنجو شري آلم مطالعو نه ڪيو هجي ۽ اندازو نه لڳايو
هجي! "ٽئگور جو مذاق ۽ طنز" هڪ غير رواجي وشيه
آهي، جنهن ۾ گرديو جي اڪثر ڪهاڻين رچنائن ۾ جيڪر
ڪل مسخريءَ وارو ۽ چهنبڙي پائيندڙ نوع پکڙيل پيو آهي
تنهنجا ڪيترا مثال ڏنل آهي. "وطن دوست ٽئگور" ۾
شاعر جي زندگيءَ ۽ لکڻين ۾ حب الوطنيءَ جون جهلڪون
ڏيکاريل آهن. "ٽئگور جا ويچار" ٽالي آخرين ليک جنهن
۾ سندن مان ثابت ڪيل آهي ته روسي پالرا ڪرڻ
کان پوءِ گرديو ڪيترين قدر سوشلزم ڏانهن مائل ٿيو، تنهن
جي نتيجي سان آءٌ شامل راءِ نه آهيان ته "جيڪڏهن هن
کي (ٽئگور کي) ساميوادي ليکڪ چوڻ ٺيڪ نه، تيئن
چو ته هنکي ويدانتي ۽ رهسيوادي ليکڪ چوڻ به ٺيڪ
نه ٿيندو چو ته هن ويدانت کي انسان ۽ ڌرتيءَ جي
ويجهو آڻي انهن معنيٰ ڏني آهي." منهنجي سمجهه ۾
گرديو رهسيوادي ۽ ويدانتي نه شروعات کانوٺي آخر
تائين هو پر سندس ويدانت ڪرم يوگ ۽ ڀڳتي مارگ
وارو هو، جنهنڪري هو سدائين انسان ۽ ڌرتيءَ جي
ويجهو رهيو، جنهنجا آثار نه فقط سندس "آخرين شعرن"

۽ مٿان ٽاڳور "گيتانجلي" وارن آڳاٽن شعرن ۾ ئي.

بهرحال، شري آلم جو "ٽئگور - هڪ جهلڪ" ڪردار جي تصنيفن ۽ تنقيد جو بهترين مڪمل ۽ ڪامياب ڪتاب آهي.

[نئين دنيا آڪٽوبر - نومبر ١٩٦١]

# شاهه - سچل - سامي

"شاهه - سچل - سامي" ٻرچي ۾ سنڌي شاعرن جي
انن ٽنهي لئي، بزرگ خواهه نوجوان ليکڪن جي قلمن
مان، ساهتڪ ڪٿ وارا مضمون پيل آهن. سرهاڻيءَ جي
ڳالهه اها آهي جو گهڻو ڪري ٽنهي مضمونن ۾، انهن
ٽن شاعرن لئي ڪنهن نه ڪنهن نئين پهلوءَ کان روشني
وڌل آهي، ۽ اڳيئي ڪيل جهوني لڪ لوڙ کان ڪنارو
ڪيل آهي.

منهنجي خيال ۾ خاص معياري مضمون ٽي آهن.
هڪڙو پروفيسر ڪلياڻ آڏواڻيءَ جو "شاهه ۽ سنڌي ٻولي"
جنهن ۾ ڏيکاريل آهي ته ديوناگريءَ دوارا سڀ قومون
هڪ ٻئي جون حبيب ۽ قريب ٿيــون، سو هڪ اهڙو
معجزو آهي، جو ڪو ولي يا پيغمبر به نه ڪري سگهندو"،
يعني شاهه جي ٻولي ديوناگري لپيءَ ۾ لکڻ عبث آهي.
انهيءَ راءِ سان ڪو سهمت ٿئي يا نه، پر هن مضمون
۾ پروفيسر صاحب عبارت اهڙي شاندار، رنگين، موزون
۽ ساڳئي وقت عام فهم ڪتب آندي آهي، جو هن کان
پوءِ ڪنهن کي به شڪايت ڪرڻ جو ڪارڻ نه ملندو
ته ڪلياڻ آڏواڻي دقيق فارسي - آميز ٻوليءَ کان سواءِ،
سهڻي سليس سنڌي ڄاڻيئي ڪين.

مشهور سنڌي سياستدان- اديب جناب جي. ايم. سيد

جي ڪتاب ”پيغام لطيف“ مان ورتل مضمون ”شاهه جو سنڌين لاءِ سنيهو“ به هن پڙهڻ جو ملهه وڌائي ٿو. اُن ۾ سيد صاحب شاهه جي رسالي مان سنڌي لوڪن لاءِ سياسي سبق ڦولهي ڪڍيا آهن. جو ڪو جدا جو ڪم هيلتائين ڪنهن به نقاد ڪونه ڪيو آهي. چوي ٿو: ”شاهه صاحب جي ڪلام کي هن وقت تائين گهڻو ڪري تصوف جي روشنيءَ ۾ ڏٺو ويو آهي.... مذهبي سمجهه موجب شاهه صاحب جي ڪلام ۾ سنڌين لاءِ ڪي خاص پيغام ۽ سنيها ڏنل آهن جي... اڄڪلهه جي گهڻن سياسي مسئلن جي حل لاءِ سنڌين جي رهبري ڪري سگهندا.“

ايندڙ اٿم هڪ نهايت ڪوجنالڪ ليک ”ساميءَ تي هڪ نئين نظر“ ۾ به ساميءَ جي سلوڪن کي رڳو روايتي روحاني نقطه نگاهه کان نه ڏٺو آهي، پر اُن وقت جي سماجي، آرٿڪ ۽ سياسي حالتن هيٺ پرکيو آهي. لکي ٿو: ”ڌرمي پوڄا کي پاکنڊ ۽ آڊمبر کان آجو ڪري سليس بڻائڻ ۽ هڪ ايشور جو ويچار پيش ڪرڻ، ۽ هندڪي ٻرلم ۽ يڪتائيءَ سان پائڻ جو حق عوام کي رتي ڏيڻ، اُن يگ جي تقاضا هئي، جيڪا ساميءَ ڪافي حد تائين پوري ڪئي. اُنجي اهميت اڄ به قائم آهي.“ حقيقت نگاريءَ جي نظر کان انهن شاعرن جو اندازو لڳائڻ جي طلب، گوبند مالهيءَ ۽ ڪيرت ٻاٻاڻيءَ پڻ پنهنجن مضمونن ۾ ڪئي آهي. جا تقاضا ڪيترن سالن کان آءٌ به زباني طور ڪندو اچان، پر انکي قلمبند ڪرڻ جو موقعو ڪونه مليو اٿم.

[نئين دنيا مارچ ١٩٦٣]

# حقيقت نگاري ۽ سنڌي ساهت

مان جديد ادب ۾ حقيقت نگاريءَ جو حامي آهيان، تنهنڪري ٽئين دنيا جي آزادي پرچي ۾ "حقيقت نگاري ۽ سنڌي ساهت" مضمون (آلم جو) غور سان پڙهيم. سڄي مضمون جو سٽاءُ مونکي تمام منطقي ۽ عملي لڳو. ونشو ساهت جا ٽي مکيه دور (ديو مالا وارو، رومانيت وارو ۽ حقيقت نگاريءَ وارو) جي سنڌي ساهت ۾ به اچي وڃن ٿا، تنهن جي ورڇ پوري ڪيل آهي ۽ سمجهاڻي به سٺي ڏنل آهي. تنهنڪري حقيقت نگاريءَ جا چار نمونا پڻ چڱيءَ طرح سمجهايل آهن. پهريان ٻه نمونا- فوٽوگرافڪ ۽ تنقيدي حقيقت نگاري نيڪ آهن. پر تخليقي حقيقت نگاريءَ واري ٽئين نموني ۽ تنقيدي نموني ۾ مونکي ڪهڙو فرق نٿو ڏسڻ ۾ اچي. جيڪو حقيقت نگار، زندگيءَ جي خامين جي تنقيد ڪندو، سو ڪجهه قدر ضرور زندگيءَ کي بهتر بنائڻ جا اپاءَ ڏسي ڇڏيندو ۽ بهتر آهي ته اهي اپاءَ صرف اشاري طور ٿي ڏسيل هجن، جنهن ۾ ساهت جي ڪلاڪاري آهي. پر اهي اپاءَ "ٽئين سماج جي ارماڻ" ڪرڻ جو "پيغام" جي صورت ۾ ڏنا ويا ته اها حقيقت نگاري جو تخليقي نمونو بدران مورچو پرچارڪ بڻجڻ جو انديشو آهي.

سماج ادبي حقيقت نگاريءَ وارو جيڪو اصول مارڪسوادي آهي، جو زندگيءَ کي تاريخي پس منظر ۾ ڏسي ٿو ۽ انهيءَ لاءِ انهجو "وڳياڻڪ حل" ڏئي ٿو. مٿئين وچار موجب جي ماضيءَ جا پس منظر ۽ مستقبل جا حل ڏنا ته اهو ادب وڳياڻڪ ڪوٺجڻ جا لائق ٿي پوندو ۽ ساهت مان دلچسپيءَ جو ضروري انگ ڪري وٺندو.

انهن ڇنڊن اصولن هيٺ، سنڌ ڪافي حد تائين ليکڪن جا مثال ڏيڻ سان اسان تاريخي ڪوٺجڻ جو ڪم ڪيو آهي. الهه قليچ بيگ، لعلچند، پيرومل، جيٺمل ۽ پرڀداس پراڻا جهونا ليکڪ جن کي اسان فوٽوگرافڪ حقيقت نگاريءَ هيٺ شمار ڪيو آهي، تن کي مان جيڪر تنقيدي حقيقت نگار ڪوٺيان، جو تن سندن ناولن ۽ ڪهاڻين ۾ فقط ڪلاڪاريءَ جي ڪمي آهي، نه زندگيءَ جي تنقيد جي. ڪاڪي پيرومل جو "موهني پاڻي" ۽ "آنند سندرڪا" ٻئي اهڙا ناول هئا ۽ نه ڪهاڻيون جن اسان چيو آهي. تنقيدي حقيقت نگاريءَ ۾ جديد شعر جو باني ڪشنچند بيوس هو، جديد ڪهاڻيءَ جو باني مرزا نادر بيگ هو، جديد ناول جو شيوڪ موٽواڻي ۽ جديد ناٽڪ جو ڪي. ايس دريالي. اهي حقيقتون سڀ صحيح آهن. مان سمجهان ٿو ته پنهنجي موضوع ۽ اصولن جي دائري اندر، جهڙن ڪافي اون ليکڪن مان ڪوبه مکيه ناهي، اسان نه وساريو آهي.

[نئين دنيا نومبر ۱۹۶۲]

# آيـــاز ۽ شيڪسپيئر

نئين دنيا جي مي - جون ٦٤ پرچي ۾ هميشه جيان
ادبي ۽ تنقيدي مضمون هن خاص پرچي جو ٻـڙ نـڪ
آهن. شيخ اياز جي ڪلام جي نئين مجموعي ”ڪلهي
پاتم ڪينرو“ جي آلوچنا ائم قابليت سان ڪئي آهي.
مجموعي جي خاص خوبيءَ کي حوالا ڏئي خوب اُجاريل
آهي ته هن ڪتاب جا شاعرانا خيال، تشبيهون، عبارت
۽ ماحول سڀ نيٺ سنڌ جي پوڙه جو آهي. بيت ۽
دوها ۽ خاص ڪري وايون ۽ گيت ته اچا سنڌي آهن،
پر خود نظمن ۽ غزلن مان به سنڌ جي مٽيءَ جو هڳاءُ پيو
اچي، جو جو اهو به فارسي وزن بدران هندي ماترائن
۾ چيل آهن.

ائم جو شيڪسپيئر جي شتابدي (صدي) لئي لکيل
اونت به چڱو معلوماتي آهي ۽ سنڌس ”جنس، اخلاق ۽
ساهت“ واري وڏي ليک جي آخرين قسط پڙهڻ ملڪن
جي جنسياتي ادب جي سنڌي ادب سان نيٺ ڀيٽ ڪيل
آهي ۽ اڪثر صحتمند نتيجا ڪڍيل آهن.

[نئين دنيا آگسٽ ١٩٦٤]

# ڪونج جا مضمون

اپريل (١٩٦٤) واري پرچي ۾ گوبند مالهي جي "آنڌي اڳيان" مضمون ۾ ليکڪ جي شخصيت پاڻ اڳيان ڪرب اُڀري بيٺي. جوئي هن سلسلي جو مقصد هئڻ گهرجي. خاص ڪري جو لکيائين: "ڪٿا مارڪسواد، ڪٿا تصوف" - مان انهي سان لاهيندو ڦرندو آهيان.... مارڪسواد موکي اڃا تائين نه سگهيو آهي، البت ڌرم ۽ ان ۾ وشواس کي نئون روپ ۽ نئون مارڳ ضرور بخشيو اٿس" - تنهن قبوليت ۾ وڏي ڪشاده دلي سمايل آهي. موهن ڪلپنا جي "اياز ۽ پڙهي هندستان ۾" واري ليک ۾ انهن ٻن اديبن بابت چٽا شخصي تاثير چٽيل هئا ۽ اياز جا سنڌي ادب بابت مکيه وايا ڏنل هئا. پر انهن چوڻ ته "اياز ذهين شاعر آهي، لفظي شاعر نه آهي" منهنجي خيال ۾ غلط آهي. ذهين کان وڌيڪ اياز جذباتي شاعر آهي، موسيقي شاعر آهي؛ ۽ سنڌي لغت جي ڄاڻ ۽ ان تي دسترس جو اياز رکي ٿو سو ورلو ڪنهن سنڌ - هند جي شاعر ۾ ملندو. بلڪ هندي - سنسڪرت لفظن ۽ محاورن جو استعمال، پنهنجي سنڌي صورتن ۾، جيڪو اياز ڪري ٿو سو هڪ مسلم شاعر وٽان حيرت انگيز آهي. سنڌس بيت ۽

وائون نه شاهه جون سڪون نٿون لاهين، پر سندس
غزل ۽ نظم پڻ هندي ڇندن ۾ ڪاميابيءَ سان چيل آهن
۽ سنڌي شعر گوئيءَ ۾ انهن ايجاد آهن. سنڌي غزل
عروض بدلي ڇندن ۾ پڙهي عجب ٿيو ڪاٿجي.

چوٿين ڳالهه ۽ خاڪن پيش ڪندي، سڀني آهو جا هڪ
مختصر پر پياڪ مهاڳ لکيو آهي، جنهن ۾ شاعراڻيءَ
شڪاس سان ۽ سهڻي لکڻيءَ ۾، اياز جي ڪيترن
ڦڪائن ذاتين ڌيان ڇڪايو اٿس. ۽ ان لاءِ ڪي مثال
به ڏنا اٿس. سڀني آهو جا اياز کي هڪ "سولو - سڌو ۽
کهٽ - کهرو، مگر خوبصورت ۽ رسيلو" شاعر ٿو سڏي.
اياز جهڙي شاعر جي اهڙي جرئت ڀري تعقيد ڪرڻ لاءِ،
خاطري آهي ته اياز جهڙو جرئت ڀريو شاعر خود به داد
ڏيندو. لعل پشپ جي صورت، پهڻجي من جي آتيدي
اڳيان ڏاڍي ڌنڌلي ڏسڻ ۾ آئي. سندس ادبي اصول
ته "رچنا جي سمجهڻ جي جوابداري لسج ٻالڪ جي
آهي جنهن سان ليکڪ جو ڪوئي پرلوجن ئـ آهي"
مولڪي سراسر غلط لڳو. رچنا سمجهڻ ۾ نه آئي ته اظهار
جو ٻاڳ (اسٽائيل) ڌوئي پيئجو.

[ڪولهي سپٽمبر ١٩٦٣]

# "آکاڻي" مخزن جا مضمون

تازي پنجين پرچي (جون ١٩٦٦) ۾ نندلعل جو "جديد سنڌي ڪهاڻي" جو جائزو مونکي چڱو موزون لڳو، جنهن ۾ تاريخي پس-منظر ۾ ڏنيون ڏارائون خاص طرح ڄاڻائڻ لائق آهن. پر ڪهاڻيءَ جي وصفن مقرر ڪرڻ ۾ مون کي اضاد نظر ۾ ٿو اچي. شري نندلعل شروعات ۾ ئي نااميديءَ وچان لکي ٿو: "هن مهل تائين ڪهاڻيءَ لاءِ ڪابه مڪمل وصف نه ٿي سگهي آهي (نه وري ٿي سگهي ٿي)." پر اڳتي قبول ڪري ٿو: "ڪهاڻيءَ کي سمجهڻ لاءِ وصفون ڏيڻ ٿي پئجي نه .... وصفون ڏيئي سگهجن ٿيون .... مان هڪ ٻن ضروري وصفن لاءِ ئي قناعت ڪندس." اهڙيءَ طرح وصفن کان انڪار ڪندي به، هيٺين جملن ۾ ڪهاڻيءَ جون ٻه وصفون ڏيئي ويو آهي. "نه ڪهاڻي انساني زندگيءَ سان وابسته هڪ تاثر آهي" ۽ "حاصل مطلب اهو ته زندگيءَ جي ڪنهن هڪ واقعي، ٻاو کي ڪهاڻي چئي سگهجي ٿو." منهنجي نظر ۾ انهيءَ ٻه-چٽائيءَ ٻنهيان وهڪارن جـي غير چٽائي ۽ گهرگهلائي آهي. ادب جي ڪنهن به صنف جي وصفن کي ظاهر ڪرڻ کان ڪيٻائڻ دماغي سستي آهي؛ نه ته نثر ۽ نظم جي شاخن ۾ جيڪي تفاوت آهن سي ڪيئن سمجهي سگهبا؟ مان سمجهان ٿو ته جديد ادب مرڪب

(ڪاسپليس) ٿيندو نه وڃي، جڏهن ڪڙي اثر ۽ نظر، ڪهاڻي ۽ مضمون هڪ ٻئي کي ويجهو ايندا ٿا وڃن ته پو ٿيڻ هوندي ته انهن شاخن جا سڌا ڪجهه قدر الڳ ڪري نه سگهبا ۽ مٿائي ڇڏيا، نه ادب ۾ گهوٽالو پيجي ويندو.

خيال جي ٻئي اڻٽائي جا مولڪي نندلعل جي مضمون ۾ نظر ۾ ئي اچي سا آهي سنڌي ڪهاڻين ۾ سنڌي ڪردار ۽ سنڌي ماحول چٽڻ جي ضرورت بابت. ان نسبت سنڌس زوردار رايو آهي: "هن لاڪدائيءَ جو رايو ظاهر ڪرڻ ئي بيڪار آهي." پر اليئي، ان جي اثر شيخ اياز جو حوالو پيش ڪري ٿو: "سنڌي اديب ۽ شاعر، ساهتڪار ۽ ڪلاڪار جي نه غيرسنڌي آهن. هو سنڌي وايو منڊل، رهڻي ڪرڻي، ٻول چال، اُٿڻ ويهڻ، رائتين رسمن، خامين خوبين کان يا نه غيرواقف آهن يا نه الفرس ڪن ٿا." هاڻي پتو نٿو پوي نه، آخر نندلعل پنهنجي راءِ جي فائدي ۾ آهي نه ٻئي غيرسنڌي ڪردار ڪم آڻجن، يا اياز جي راءِ سان شامل آهي نه صرف سنڌي ڪردار ڪتجن! البت، هن تضاد جي صفائيءَ ۾ هڪ ڳالهه ڪئي اٿس ته "انهن ڪهاڻي لڳن جو سنڌيت ۽ سنڌين ذاتين جو ٻه ٻرو رخ هڪ ڏکدائڪ حقيقت آهي." پر اهو منطق به پورو دل سان نٿو لڳي. بعدي نه "چڙ" پيدا (جهڙيءَ اياز "الفرس ڪوليو آهي)

پڻ غير سنڌي ڪهاڻيون لکيون! منهنجي خيال ۾
ليکڪن کي برابر آزادي آهي ته ڪهڙي به ماحول ۾
ڪهاڻيون ٻڌائن، پر جيڪڏهن ڪو سنڌي ليکڪ فقط
غير سنڌي ڪهاڻيون پيو جوڙيندو ۽ سنڌي جيون جي
ڪهاڻين کي بنه للاڄلي ڏيئي ڇڏيندو ته انتي مادري
جاليءَ سان بيوفائي ۽ اڻچاٽائيءَ جو الزام رکي سگهبو.
تاريخي پس-منظر جا ٽي دور نندلعل ٽيڪ ٻڌايا
آهن، پر انهن ۾ به هڪ تضاد ڏسڻ ۾ ٿو اچي. هڪ هنڌ
چوي ٿو: "اسان وٽ ڪي بزرگ ڪهاڻي نويس ڪونهن
(جيئن هنديءَ ۾ جئنيندر ڪمار وغيره آهن)"، پر
ٿورو ٿي پوءِ، زندگيءَ ۾ اڻ وسندڙ ڪهاڻين ۾ امرلعل
هنڱوراڻيءَ جي "ادو عبدالرحمان" شامل ڪرڻ جو شرف
ڏئي ٿو! حقيقت ۾ امرلعل کانسواءِ، مرزا قادر بيگ ۽
آسانند مامتورا جهڙن بزرگن به اڻوسرندڙ ڪهاڻيون
لکيون آهن نه فقط "سدارو آڻيندڙ نظرئي سان لکيل
سماجڪ ۽ ديش ڀڳتيءَ جي موضوعن وارين ڪهاڻين"
جن نندلعل چيو آهي. قادر بيگ جي "انقلاب" ۽
مامتورا جي "ڪڪي" به صرف سماج سڌارڪ
ڪهاڻيون آهن پر اڻوسرندڙ آهن. ٽيئين دور جي
ڪهاڻي نويسن جي االي ۾ ڪي غلطيون ڏسڻ ۾ ٿيون
اچن: لطف الله بدوي ۽ شيوڪ موٽواڻي خاص طور ڪهاڻي
نويس نه هئا؛ بدوي صاحب ادبي تاريخ نويس هو
("تذڪره") ۽ شيوڪ ڀوڄراج ناول نويس ("آشيرواد")

لطفي هجڙن ادبي مضمون لکڻ ۽ ادبي تاريخ سان پوري واقفيت جي ضرورت آهي - جنهن جي نون ليکڪن ۾ گهٽي ڪوتاهي نظر ۾ ٿي اچي.

ڪانٽرورسي لاءِ سنڌي اکر واد وواد آهي، يا ڪشمڪش. ڪشمڪش معنيٰ ڪانفلڪٽ آهي. جسپالي موضوع نسبت هن مضمون جو پهريون جملو آهي: "ساهتيه ۽ ڪوڪ شاستر ۾ تميز ڪرڻ اسانجو فرض ٿيڻ گهرجي"، جنهن لاءِ ليکڪ کي مبارڪون هجن.

وشنو ڀاٽيا جي ڪهاڻين جي مجموعي "چنڊ ۽ مکي" تي، شري هرگن چڱي تنقيد ڪئي آهي. ڪيترن ڪهاڻين جون خوبيون ۽ خاميون قوليءَ ڏيکاريل آهن. ۽ "اوشواس جو جنم" بابت جو چيل آهي ته "هڪ ئي پٽرا ۾ جنهن فنڪارانه ڍنگ سان ڪهاڻي ختم ڪئي وئي آهي اهو داد قابل آهي... ۽ سماجي هندوستان تي هڪ گهري ۽ معنيٰ خيز چوٽ بڻائي ڇڏيو آهي"، سو ڪهاڻيءَ مان ڪجهه حوالا ڏيئي سمجهائڻ کپي ته ڪهڙو فنڪارانو ڍنگ ورتل آهي ۽ سماج تي ڪهڙي معنيٰ خيز چوٽ هنئل آهي. صرف فتويٰ ڏيڻ ڪافي نه آهي. سوکيم آلوچنا گهٽيائي چڱي، پر اها اهڙي سوکيم نه ٿيڻ کپي جا موڙهوڙئي مبهم بڻجي پوي ۽ پوري سمجهڻ ۾ ئي نه اچي. ٻن ڪهاڻين جي آلوچنا چئن سٽن ۾ ڪري ڇڏڻ لانگهه لاٿي وئي آهي؛ اهڙي مختصر تنقيد مان نه ليکڪ ڪجهه پرائيندو نه پاٺڪ ڪجهه سمجهندو. [آڪاٽي جون ١٩٦٦]

# "ساهت ڌارا" جا مضمون

"ساهت ڌارا" جي بنگلور سميلن (ڊسمبر ٦٦) پرچي ۾ چار اَدبي مضمون شايع ٿيا آهن. الهه ڪيماڻي جي "آزاديءَ کانپوءِ سنڌي ڪهاڻيءَ جو جائزو" واري مضمون جي سٽ سٽ سان مختلف راءِ رکندڙ آهيان. ڪفايت ڪري صرف ٽن نڪتن جا جواب ڏيان ٿو. ڪيماڻي صاحب لکي ٿو: "آزاديءَ کان اڳ، ڪهاڻي نڪ - سڪ هئي ۽ آزاديءَ کانپوءِ جي ڪهاڻي بدبوءِ دار" - اهو سندس شخصي رايو آهي. اُنجي خلاف، منهنجو شخصي رايو آهي ته آزاديءَ کان اڳ اَمرلعل، نادربيگ ۽ مامتورا ڪي شاهڪار ڪهاڻيون پيدا ڪيون ۽ آزاديءَ کانپوءِ ڪيترن ڪهاڻيڪارن اهڙيون عاليشان چيزون لکيون، جن سان چالو دور واريون ڪهاڻيون پرميڇي ڪين سگهنديون. ڪيماڻيءَ جي اِن رايي ۾ پنهنجي دور جي وڏائي پيل آهي، جڏهن ڪليو ڪلايو چوي ٿو: "جڏهن ڪٿا-پڙهيءَ سان منهنجو سنبنڌ آهي، اُن کان اڳ جي ڪهاڻيءَ کي مان سيرئسلي ڪٺان ئي نٿو"؛ يعني ته سندس پڙهيءَ وارن (۽ خود سندس) ڪهاڻيون ئي اَهميت رکن آهن! اڳتي هلي لکي ٿو: "ساهت کي مان ڪوبه مقصد ڏيئي هلي نٿو سگهان.... ڪلا جو مقصد خود پاڻ ۾، ۽ پاڻ لائين محدود آهي." هي ته

وري اهو جهونو اصول ”فن براءِ فن“ وارو ٿو دهرائي، جو صديءَ کن کان مدي خارج ٿي چڪو آهي، ۽ ان بدران ”فن براءِ زندگي“ قائم ٿي ويو آهي!

ڪيماڙيءَ جو هستيوادي فلسفو، ته ”زندگي خود بي مقصد، بيڪار، بدڪار ۽ دشاهين آهي،“ سو به هيستائين مدي خارج ٿي چڪو آهي، جڏهن انهي جنم ڏاتا سارتر خود ان تان هٿ کڻي ڇڏيو آهي. پر ڪن هندي ليکڪن جي پوئواري ڪري، ڪي اوهتا جا ڪوڙيا سنڌي ليکڪ اهڙا لائين الڪي ڇهڻي پيا آهن. انند صاحب جو سنڌي ٻاشا ۽ سنڌي ٻالڪن لاءِ بہ نهايت ڪمتر رايو آهي، جڏهن لکيئو: ”مان سمجهان ٿو ته جلد ئي ڪي سنڌي ليکڪ، وشال ميدان ۽ ٻـڌيمان جڳت جي تلاش ۾، سنڌيءَ بدران ٻيءَ ڪنهن ٻاشا جو سهارو وٺن.“ تنهنجي معنيٰ ته سنڌيءَ ۾ ٻڌيمان جڳت ڪونهي! ٻئي هنڌ لکيئو: ”سنڌي ٻالڪن جي ذهني سوجهه جي ٻاري ۾ مان سڄو سنوانو شڪالو آهيان.“ سنڌي ٻالڪن جي هن گهٽتائي پنهنجي خود پنهنجي ذهني سوجهه جو لکپر لکل ٿو ڏسجي! ڪيماڙيءَ جي صرف هڪ سٽ سان مان شاملراه آهيان، ته ”مولڪي لکيئو ته اڄتي هلي، شايد جلد ئي، ٽئي (ٽئين) ڪهاڻي پوري جنم وٺڻ کان اڳ ئي راهه رسائي وٺي وڃي.“ تماشو! ٽئين ڪهاڻي لائق ته اهڙي موت جي آهي.

ليکڪ ٻسنت جو "امپيت ساهتيہ" هڪ عالماڻو مقالو آهي، جو لوڏي وستار سان لکيل آهي تنهن هوندي بہ ان وشيہ کان ٻاهر نٿو وڃي. هن مقالي جو موضوع لوڏي جنسياتي هئڻ ڪري نازڪ آهي ۽ بردباريءَ سان لکيل آهي، تنهن هوندي بہ مذهبي ڌرمن ۽ سياسي ٻرنا ويچار ظاهر ڪيل آهن.

پرم آبيچنداڻيءَ جو ليک "رومان واد ۽ ساهت" ۾ ڪلاسيڪل ۽ رومانوي، منطقي ۽ ڪلپنڪ ساهت جو اتهاس ۽ اصول سمجهايل آهن. يورپي فلسفي ۽ ادب جي ڄاڻ رکندڙ مضمون آهي، پر مذهبي يورپي ليکڪن جا نالا اجايا ۽ گهڻا ڏنل آهن.

چوٿون مضمون تاريخي کوجنا وارو آهي، جنهن ۾ پروفيسر تاراچند گاجرا، موجود تاريخي حوالا ڏيئي انومان ڪيا آهن تہ عربن جي ڪاهہ کانپوءِ "راجا ڏاهر جي اولاد" شايد ڪشمير جي طاقتور راجا وٽ وڃي پناهہ ورتي هئي. پر پڪ سان ائين چيل ڪونهي، اتهاس جي ڄاڻن کي کوج ڪرڻ لاءِ للڪار ڪيل آهي. ليکڪ جي شروعات ۾ هڪ ٻي ڳالهہ پڪ سان چيل آهي تہ سنڌ ۾ عربن جو راڄ نالي ماتر هو، جدا جدا ڀاڱن جا سڀئي ٻيا حاڪم هندو هئا، ۽ سنڌ ۾ داخل ٿي مسلمان سڀئي هندستان ۾ پکڙجي ويا. اها ڳالهہ سراسري غلط آهي. [ساهت ڏارا اپريل ١٩٦٧]

# "سنڌو" ۾ سمالوچنا

سنڌو مخزن جو جلد چوٿون ڀيٽوء شري راڄپال جا سمپادڪي وچار پيشڪ هڪ وچاروان سمپادڪ جي قلم جي قلم مان نڪتل آهي، جنهن ۾ سنڌي ٻوليءَ جا تسليميءَ ڪانئوءِ ڪهڙا مسئلا آهن، تن ٻابت عملي مصلحتون ڏنيون اٿس.

پر سمرامت صاحب جا سمالوچنا ۽ آلوچنا وارا ڪالم ساري مخزن ۾ بهترين مضمون لڳا. ڪاڪي ڀيرومل جي شاهڪار ڪتاب "سنڌي ٻوليءَ جي تاريخ" تي سندس سمالوچنا موزون تنقيد جو سهڻو مثال آهي. منجهس ليکڪ جون خاميون مناسب حوالن سميت هڪ طرف پيش ڪيل آهن ته ٻئي طرف هڪ سڌ (جت نست واري) اڻ سهانيندڙ لڳي. جي. الانا جي "سنڌي اثر جي تاريخ" جي جوڳي تعريف ڪيل آهي. ڪاليجي شاگردن لاءِ هي ڪتاب نهايت ڪارائتو آهي. پر لکندڙ پاڻ قبول ڪيو آهي ته هيءَ ابتدائي تاريخ آهي ۽ نه مڪمل تاريخ.

[اپريل ١٩٦٧]

# سنڌي ساهتڪارن جو آلبم

سنڌي ساهتڪارن جو آلبم ڇپيو. اهو سچ پچ هڪ اهم املهه سوغات آهي، جنهن لاءِ مکيه ايڊيٽرن ۽ فوٽا ڪڍڻ ۾ گهڻي جاکوڙ ڪرڻي پيئي هوندي. سنڌي ۽ جي نه صرف سرڳواسي ۽ جهونن ساهتڪارن سان مختصر واقفيت ڪرايل آهي، پر نون ۽ اسرندڙ ليکڪن ۽ سندن مکيه تصنيفن جو احوال پڻ چڱيءَ طرح ڏنل آهي. هن آلبم جو ٻيو ڀاڱو جڏهن شايع ٿي ويندو جنهن ۾ باقي رهيل نوان ليکڪن سان واقفيت ڪرايل هوندي. تڏهن، هيءُ مڪمل ڪتاب ورهاڱي کانپوءِ جي سنڌي ساهت جي تاريخ جوڙڻ ۾ چڱي واهر ڪندو. ڪتاب جي ڇپائي پڪي پختي ۽ ٽهڪيل آهي.

[ڪلڪتو ٧-٧-١٩٦٩]

# ٢٠ سالبانو يادگار پرچو

لينن دنيا جي ٢٠ سالن جو يادگار پرچي ۾ ترقي پسنديءَ جي اُصولن موجب مواد جي چونڊ اهڙي ڪيل آهي جو هيءُ مجموعو ورهاڱي کانپوءِ جي سنڌي ساهت جو خزانو ٿي پيو آهي. مخصوص ٢٠ سالن ۾ سنڌي ساهت جي شاخن ۾ جا اوسر ٿي آهي، سا چٽي ڏسڻ ۾ اچي ٿي ۽ اُن ۾ لينن دنيا اَهم رول ادا ڪيو آهي.

[لينن دنيا مئي ١٩٦٨]

## ”لينن ۽ مهاتما“

لينن دنيا جي جون ۽ جولاءِ وارن پرچن ۾ عالم جا لينن تي ليک اولهيءَ کوجنا جو نتيجو آهن. جولاءِ پرچي ۾ لينن جو ”شانتي پسند مهيون“ سٺو ليک آهي، پر جون وارو مضمون، لينن جي ”ڪلچر، آرٽ ۽ اخلاق“ بابت ويچارن وارو، وڌيڪ دلچسپ لڳو ۽. مون تي گهاٽو سٺو اثر ڇڏيائين.

مان قبول ٿو ڪريان ته مهاتما جي مَن ۾، مارڪسواد جي پوري اڀياس نه هئڻ ڪارڻ، ڪي شڪائون ۽ وسوسا رهيل هئا، جي ان مضمون پڙهڻ سان دُور ٿي

ويا. خاص ڪري جو ڀانيو اٿس ته ”البت اٿين آهي ته جڏهن رشيا ۾ اڃا ٻهراون ٻهراون سوشلسٽ انقلاب آيو، تڏهن تمام ٿوري وقت لاءِ پيار، سيڪس ۽ شاديءَ جي ٻاري ۾ ڇڙواڳيءَ جي لهر آئي هئي. ليڪن ليڊن اُن لهر جو جيڪو مقابلو ڪيو، سو اهاسڪ آهي،“ تڏهن شڪ گمان لهي ويا.

[انڊين دنيا آگسٽ ١٩٦٩]

”انڊين دنيا“ جي مهاتما گانڌي شتابدي پرچي جون ٻهترين چيزون موڪلي اُنهن جا مهاتما گانڌيءَ تي چار ليک لکيا. ٻهريان ٻه مضمون ڳوڙهي اهاسڪ اڀياس جي ساک ڀرين ٿا: ”گانڌيجي ۽ آزادي هلچل“ ۽ ”مهاتما ۽ اهنسڪ اسهڪار“ جنهي ۾ گانڌي هلچل جا تاريخي تفصيل رٿائتي طريقي سان بيان ڪيل آهن. ”گانڌيجي ۽ ليڊن“ پڻ پڙهڻ وٽان آهي، جنهن ۾ انهن ٻن اڳواڻن جي وچ عملي اختلاف هوندي به اُصولي اتفاق هو، سا ڳالهه چڱي طرح ثابت ڪيل آهي. ٻر موڪلي سيڏي کان وڌيڪ وچون ليک ”مهاتما، ڪلچر، آرٽ ۽ اُدب“ پسند آيو، جو ته مذهب ٻوليءَ، ساهت، ڪلا وغيره بابت مهاتما جا موزون ويچار ڏنل آهن، جن سان منهنجي خاص دلچسپي آهي. اُنهن مضمون لاءِ اُنهن کي دلي مبارڪون ڏيڻ کانسواءِ رهي نٿو سگهان. ٢٢ سالن کان

"نئين دنيا" باقاعدي شايع ڪندي ۽ ان لاءِ هر مهيني سمجهدار سمپادڪي چٽڪا لکندي الم ڪي اڻترو وقت ملڻ جو ڪيترا سارا تخليقي مضمون پڻ لکندو اچي، سا ڳالهه آفرين جوڳي آهي. وڏي ڳالهه ته هن جو هر مضمون اونهي اڀياس جو نتيجو آهي ۽ پڙهندڙ مقصد وارن تئين حوالن سان ڀرپور آهي. ساهتڪ ڪوجنا هنجي لکڻين جي خصوصيت آهي.

[نئين دنيا جنوري ١٩٧٠]

# ليکراج عزيز پرچو

عزيز پرچو نهايت خاطرخواهه نڪتو، مواد جي چونڊ بلڪل موزون ڪئي آهي. بهترين مضمون آهي اُتم جو "عزيز جو ساهت"، جنهن ۾ خاص طور عزيز جي نظم لي ۽ اثر تي، ڪافي روشني وڌل آهي. خود عزيز جو بهترين ليک "ڪلهه جي ياد" آهي جنهن ۾ نُوڪريءَ ۾ پنهنجي زندگيءَ جون جهلڪون ڏنيون اٿس. شاعر جي اٿاهه ڪلام مان مختصر چونڊ ۽ سهڻي ڪئي آهي.

[نئين دنيا آڪٽوبر ١٩٧١]

# اُتم جو "سنڌي ساهت"

نئين دنيا جي ڏياري (آڪٽوبر) پرچي جو بهترين مضمون "شاهه، سچل ۽ سامي" اُتم جو آهي، جنهن ۾ سنڌي شاعرن جي ان ترمورتيءَ جو نسبتي جائزو خوب ورتل آهي. اهو اُتم جي مجموعي "سنڌي ساهت" تان ورتل آهي، جنهن ۾ ٻيا اڀياسي ۽ کوجنائڪ مضمون ڏنل آهن، جي ترقي پسند نظرئي کان تاريخي پس منظر ۾ لکيل آهن.

[نئين دنيا جنوري ١٩٧٣]

# سنڌي شاعريءَ جا ٥٠ سال

اجهل جو ڪتاب (سنڌي شاعريءَ جا ٥٠ سال) اجهل جي دستوري طبعيت موجب بيباڪ طرز سان لکيل آهي، جنهن ۾ آزاد تنقيدي رايا پيش ڪيل آهن. انهن سان شاملراءِ ٿجي يا نه، سا ٻي ڳالهه آهي. عزيز جي شعر جي ڪٿ ميزان واري آهي، پر ميوس جي گهٽتائي ڪيل آهي ۽ ضيا کي اوچو درجو ڏنل آهي ۽ ترقي پسند شاعريءَ جو اڳوان ڪوٺيل آهي، نه ميوس کي. پر ابتڙو چئبو ته آهڙا غير رواجي رايا نهرائڻ لاءِ شاعرن جي ڪلام مان خوب حوالا ڏنل آهن ۽ انهن جي چنڊڇاڻ ڪيل آهي، ٽيئي شاعر لڳ ڀڳ هم عمر جا ڄاڻايل آهن، پر حقيقت ۾ ميوس، عزيز کان ڏهه سال وڏو هو. ضيا، عزيز کان ڏهه سال ننڍو هو. "پس منظر" ۾ سنڌي جاليءَ لي چوڻ چنبڻيل آهن، جي اجهل جي اُبهاريءَ ۽ جلدبازيءَ جون نتوانون آهن. بهرحال سوچ ويچار ۾ وجهڻ جهڙو ڪتاب آهي.

[ڪلڪتو ١٥-١١-١٩٧١]

# جديد ۽ نئون ساهت

"سنڌي ٽائيمس" ۾ پروفيسر هيري ٺڪواڻيءَ جي رپورٽ سنڌي ساهت سيمينار بابت احوال جي آڌار تي ڪي پنهنجا ويچار ظاهر ٿو ڪريان. موهن ڪلپنا پنهنجي پيپر ۾ جديد ۽ نئين ساهت ۾ فرق ڏيکاريندي چيو آهي جديد ساهت نفي هو ۽ نئون ساهت شفي آهي. مان نه سمجهان ٿو ته حقيقت ماڳهين اُن جي ابتڙ آهي. جديد ساهت ۾ ترقي پسند ۽ غير ترقي پسند ساهت وارا ٻئي اچي وڃن ٿا، جنهنجا باني هڪ پاسي الـمره ڪيرت ۽ مالهي هئا ۽ ٻئي پاسي ڪلپنا، پشپ ۽ سامتاڻي هئا. ڪير چوندو ته انهن مڙني اديبن جو ساهت نفي (نگيٽيو) هو؟ اهو ته سڄو سوالو شفي (پازيٽو) ۽ زندگيءَ کي اڳتي وٺي هلندڙ هو، موريو ته "نئون" ساهت نفي ثابت آهي، جو جيوت کــي پٺتي هٽائي نراشا ۽ ٽريجڊيءَ ڏانهن گهلي رهيو آهي. پروفيسر هريش واسواڻيءَ جي دعوي ته جديد ساهت کي نئين ساهت "ڪوڙن سنسڪارن، جڙتو وشواسن ۽ ڪوڙن آدرشن جي قيد مان آزاد ڪيو آهي،" منهنجي ويچار ۾ سراسر غلط آهي، ڇو ته جديد ساهت جــي دور ۾ "جڙتو وشواس" وغيره نه هئا ني ڪين، بلڪ ٺوس حقيقت نگاري هئي. البت ڪن سامتاڻيءَ جي ڪهاڻين

۾ آدرشواد هئي. (پر اها به ڪوڪلي لب، حقيقت پسند
۽ ڪلاسڪ هئي). آدرش ۽ وشواس ته اعليٰ چيزون آهن،
پر انهن ساهت صحتمند آدرش ۽ وشواس کان به خالي
آهي، الجهيل سلجهيل آهي ۽ غير-ڪلاسڪ آهي. 'خوشي'
جي ڳالهه آهي جو (سيمينار ۾) ڪن ليکڪن انهن ساهت
کي ”فيشن پرست، اراشاوادي ۽ بي مقصد ٺهرائي ڌڪ
ٺهر ڪيو“، [۽ جگت آڏوائي ۽ ليکڪي ڪلائي
کي پندرهن سالن کان پوءِ ههڙي سيمينار مان آنند
حاصل ٿيو.]

[سنڌي ٽائيمس ۳۱-۱۲-۱۹۷۳

# هيبري شبوڪاڻي جو جدت جو مفهوم

پروفيسر شيوڪاڻيءَ جي تازي ڪتاب لـــي ٻلڊيو ڪاڄرا جي دستوري نوس ڪتابي سمالوچنا سان آءُ گهڻي ڀاڱي سهمت آهيان. شيوڪاڻيءَ جي ڏنـــل جدت جي مفهوم: ته اڄوڪي زندگيءَ ۾ تاريخ کان بيگانيت اچي وئي آهي، قدرت کان بيگانيت اچي وئي آهي، جنهن ڪري زندگيءَ جي معنيٰ ۽ مقصد واهيات بڻجي پيئي آهي ان اصول تي ڪاڄرا جي ڪڙي اڪثريت سان عان سورهن آنا شاعلراء آهيان. اهو زندگيءَ جي بيهودگيءَ ۽ واهياتپڻي جو اصول ئي خود واهيات آهي. زندگي ۾ ان کان وڌيڪ نفي فلسفو ٿي نٿو سگهي. شيوڪاڻي صاحب جي دعويٰ آهي ته اهو فلسفو يورپ کان آڌارو ورتل ڪونهي پر ساري جهان تي حاوي آهي. هندستان جي ڪئن سياسي، آرٿڪ سماجڪ وغيره حالتن جـــو تفصيلوار بيان ڪندي، ثـــابت ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي اٿس ته اهي ئي هن نفي ۽ نااميديءَ جـي رخ لاءِ جوابدار آهن. پر حقيقت ۾ يورپ ۾ جن ٻن مهاڀاري لڙاين جو نتيجو اهو فلسفو هو، تن جي ڀيٽ ۾ هندستان ۾ پاڪستاني ۽ چيني لڙايون ڪجھ هيون. سياسي ۽ آرٿڪ مسئلا ته هر ملڪ ۾ موجود آهن جي حياتيءَ کي واهيات بڻائڻ لاءِ ڪافي نه آهن. انهن مسئلن جا حل ڳولهي

حياتيءَ کي شفي بخشڻ جا اُدم هر ملڪ ۾ ٿي رهيا آهن.
بلڪ موجوده دور لڙائين ۾ يورپ جا تباهه ٿيل ملڪ به،
هيلتائين شاندار ترقيءَ جي راهه تي آهن. اُتان اهو
بيگانيت جو فلسفو غائب ٿيندو پيو وڃي: تازو هڪ
هندي پڙهيم ته فرانس ۾ هستيواد جو باني سارتر خود اُن تان
هٿ ڪڍڻ لڳو آهي! پوءِ ڀارت ۾ اُنجي ساهت ۾ اهڙي
بيهودي فلسفي آڻڻ جي ڪهڙي لاچاري پيئي آهي؟
پر اهڙو اوس قبول ڪجو ته، پروفيسر صاحب اولهه جو
اتهاس ۽ وسيع کوجنا ڪري، پهرئين دفعي، جدت جو
مڪمل مفهوم ذري پرزي سمجهائڻ ۾ ڪامياب ويو آهي.
اُجوڪي جيوت ۽ ساهت ۾ جدت به مکيه ڌارا آهي،
جا جنهيءَ طرح سمجهڻ کپي، پوءِ اُها قبول ڪجي يا نه.
مون دوستووسڪسي، ڪافڪا، ڪامو، سارتر وغيره
پڙهيا آهن، پر هستيواد جو مفهوم اهڙو پورو نه سمجهيو
هوم جهڙو شيوڪاڻيءَ جي پستڪ پڙهڻ کانپوءِ.

فارسيءَ ۾ چوڻي آهي: ”من تراحاجي مي گويم، تو
مرا قاضي بگو“. يعني مان تنهنجي ساراهه ڪريان، تون
منهنجي ساراهه ڪر. جنهن گاجرا صاحب ذڪر ڪيو آهي ته
موهن ڪلپنا کي ٽيهن سالن ۾ شيوڪاڻيءَ جهڙو نقاد
نصيب نه ٿيو آهي، اڪي اينده ٽيهن سالن ۾ اهڙو پيدا
ٿيندو، تنهن شيوڪاڻيءَ کي به ورهاڱي بعد ڪلپنا پهرئين
عظيم ڪهاڻيڪار نصيب ۾ ٿو اچي، اُن کان اڳ ترقي پسند

ليڪن جون ڪهاڻيون ڪچرو ٿيون ڀانئن، مونکي شڪ
آهي ته شيوڪاڻيءَ ساهتيہ اڪادميءَ جي چونڊيل
ڪهاڻين جا مجموعا ۽ هند سرڪار جو چونڊيل انگريزيءَ
۾ انواد ڪيل سنڌي ڪهاڻين جو مجموعو پڙهيا آهن
يا نه. جن ٻنهي ۾ اڪثر ترقي پسندن جون ڪهاڻيون
آهن! انهن سنسٿائن جا شايع ڪيل ڪتاب ڪچرو
ٿي نٿا سگهن. اهي ٻئي اهڙا ئي بنيادي نوارا انداز
آهن جهڙو ڪاچرا جو انداز ته جديد ساهتيہ سمورو سمنڊ
۾ اڇلائڻ لائق آهي. مان انهو ساهتيہ پڙهندو آهيان ۽
سمورو واهيات ٿو سمجهان. خود شيوڪاڻيءَ جون زندگي
۽ ڪشمڪش وارين ڪهاڻيون بامقصد آهن.

(”پار لواسي“ ٩-١١-١٩٧٥)

# ڪلپنا جو "آفتاب انقلاب"

ڪلپنا جو "آفتاب انقلاب" پڙهي حيرت ۾ پئجي ويو آهيان! ڀارت جي وڏيءَ سنڌي بستيءَ سنڌونگر ۾ پريا ٢٨ سال، پرچي ودياريءَ جهڙي چمتڪاري هستيءَ واسو ڪري رهي آهي ۽ سنڌي جنتا کي سندس زبردست ڪارنامن جي پوري پروڙ ئي ڪانهي... سنڌ ۾ ڌاريءَ سرڪار سان سندس سنگهرش (جدوجهد) جون وچتر سرگرميون هيلتائين اسان کان ڳجهيون رهيون آهن.

ڪتاب ۾ ڪلپنا جو سنڌ ۾ پرچي جي جيوليءَ جو ڪيل بيان جيمس بانڊ جي سنسنيخيز (خوني ڳجهارت) کان ڪنهن به صورت ۾ گهٽ دلچسپ ناهي. خاص طور قاسمي کان ڀڄڻ لاءِ ڪراچي جيل جون اوچيون ديوارون ٽپي، پوليس چوڪيدارن جي اکين ۾ ڌوڙ وجهي ڀڄي وڃڻ وارو واقعو ۽ پوءِ مختلف ويس بدلائي ("چندر ڪانتا" جا ٽوڏرمل عيار جيان) ملڪ جي آزاديءَ لاءِ جدوجهد جاري رکڻ، بيحد جانبازيءَ جا ڪارناما آهن.

["سوجهرو" ١٥-١١-١٩٧٥]

# "رام پنجواڻي - شخص ۽ ڪلاڪار"

هن پستڪ ۾ هڪڙي پرک ليکڪ، آلوچڪ ۽ گائڪ جو جائزو ورتل آهي. اخبار نويسي ۾ مبتلا هوندي به، ساهت جو گهٽ ابياس ڪرڻ جي قبوليت ڪندي به ٻلديو گاجرا هن ڪتاب ۾ رام جي مکيه رچنائن جو اونهو ابياس ظاهر ڪيو آهي.

چندولعل جئسنگهاڻيءَ جي دعويٰ سان مان شامل راءِ نه آهيان ته ائين سڌريل سنڌي ناول جو باني رام پنجواڻي هو، جيتوڻيڪ هو صاحب پهريون نئون ناول نويس هو، جنهن گهٽيءَ ۾ گهٽا اصلوڪا ناول رچيا. آسانند مامتورا جو شاهڪار "شاعر" پهريون نئون سنڌي ناول هو ۽ سندس ٻيون سنڌ ۾ لکيل ناول "حليما"، ڪواڄ پاران هتي شايع ٿيل آهي. شيوڪ ڀوڄراج جو مشهور "آشيرواد" ۽ سندس "دادا شيام" پڻ آءٌ سمجهان ٿو ته پنجواڻيءَ جي پهرين ڪامياب ناول "قيدي" کان اڳ ۾ لکيا ويا هئا. پر سندس "آهي نه آهي؟" ۽ "ڏيئر شل نه ڄمن" - پهريون روحاني ناول ۽ ٻيون پنگتي ناول بلاشڪ داد لائق آهن.

هن ڪتاب ۾ رام پنجواڻيءَ جي "ست سنڌي لوڪ ڪهاڻيون" لي تفصيلوار سمالوچنا ڪيل آهي، جن ۾

شاهه جي لوڪ ڪهاڻين کي ناٽڪي لباس پهرايو اٿس ۽ پنهنجي ناٽڪي ڪلا جي ڄاڻ بخوبي پڌري ڪئي اٿس. اهڙن لوڪ ناٽڪن جي پڌرو جهڙا شيڪسپيئر جي شاهڪار ناٽڪن سان مشابهت پيش ڪئي آهي، انهن مان خود سنڌ ناٽڪي ڄاڻ جي نه پوري پروڙ پوئي ٿي. پر موجوده نسل ۾ اڃا تـ، شيڪسپيئر جي ناٽڪن جي چند ڄاڻ هن حد کان وڌيڪ ڪئي آهي، جنهن ۾ گهڻو دهراءُ ڪيل آهي. پيو نه رام جو ”پورب جوتي“ ناٽڪ جنهن ۾ پـڊ ڀڳوان جي جيوت ۽ درشن تي نٽين کوجنالمڪ روشني وڌي اٿس، سو شايد هنڪي هٿ نه چڙهيو آهي. ان ناٽڪ کي تاريخي اهميت پڻ آهي، ڇو جو پارس ۾ لکيل آهو پهريون اصلوڪي طويل ناٽڪ هو، پر افسوس جو اڄا ڪنهن نه منڍلي رنگـ-منچ تي نه آندو آهي.

[پارتواسي ۱۴-۱۱-۱۹۷۶]

# "سنڌو سنسار" جي سوڀ

"سنڌو سنسار" پنهنجي ننڍي جيوت جو صرف هڪ سال سڦلتا سان پورو ڪري، ٻئين سال ۾ پير پائڻ سان ئي بالغ ٿيڻجي رهي آهي، تنهنلاءِ هزار بار مبارڪون! اها دوست اُنهن جي ئي مالڪ پاشا ۽ مالڪ پوميءَ لاءِ لکن ۽ قرباني آهي، جا اهڙي شاندار ڪاميابيءَ لاءِ للاهي آهي، جنهن لاءِ سنڌي جاتيءَ کي سندس احسانمند رهڻ کپي. اخبار جي ٻن ٽن وشين وارن ڪالمن مان، سنڌ وارن وڇڙيل دوستن ۽ اديبن جي هند وارن دوستن سان خط و ڪتابت نهايت دلچسپ لڳندي آهي. جنهن مان سنڌي پائرن جي سک ۽ سنڌ جي جهولن ڳوٺن ۽ شهرن جا تازا بيان پڙهي دل اُڇلون ڏيندي آهي.

سنڌ ديش سان لاڳاپا قائم رکڻ اسان لاءِ نهايت ضروري آهن. سنڌي ٻوليءَ جو ٺيٺ محاورو (فارسي-عربي جي ٺيل ملاوٽ بنا) اسانکي سنڌ ڀوميءَ جي باشندن کان ئي سکڻو آهي، ڇوجو هتي اسانجي سنڌي ٻولي بگڙاندي پئي وڃي. اسين هتي مرڪزي سنڌي لئبررين برپا پيا ڪريون، اهو پڻ چڱو ڪم آهي، پر انهن ۾ صرف ڀارت ۾ شايع ٿيل ڪتاب پيا ڀريون؛ جهونا شاهڪار ته هتي عدم پيدا آهن. اهي ته حيدرآباد

ٽريننگ ڪاليج ۽ ڪراچي سرناگتي لئبررين ۾ ئي محفوظ آهن. انهن سان سهڪار ڪري، انهن جا نقل هٿ ڪنداسون ته انهن کي سنڌي ٻوليءَ ۽ ساهت لي ٻوري ڪوجدا ڪري سگهنداسون.

[سنڌو سنسار ١ مئي ١٩٧٧]

# سنڌو سنسار جا سمپادڪي ليک

جوان ليکڪن مان اُتم منهنجو اوائلي دوست آهي. مون جاچيو آهي ته هنجي ظاهري خشڪ سڀاءَ هيٺيان هڪ جذباتي دل لڪل آهي، جا تازو سنڌو سنسار ڪڍڻ بعد رفتي پڌري ٿي رهي آهي.

دنيا ۾ جو دکدائڪ سماچار، مثلا دکن ڀارت جا تازا طوفان ۽ ٻوڏون، هوائي ريلوائي حادثا، ٻلڪ رواجي خون ۽ خودڪشيون، هو اهڙيءَ اندر جي پيڙا وچان لکندو آهي جو اُن مان انسانذات لاءِ قرب ۽ همدردي پيدا ڪندا آهن. هنجي سماجواد ۽ ترقي پسنديءَ جو پايو اهو ئي انسانيت جو جذبو آهي، جنهنکي انگريزي شاعر "ملڪ آف هيومن ڪائينڊنيس" ڪوٺيو آهي. هنجا سمپادڪي ليک ته مثالي آهن. جن جهڙا ڪن جزوي سنڌي اخبارن ۾ ايندا آهن. هو سياسي، آرٿڪ توڙي سماجڪ وشيه لي وچار وزدار ۽ سمجهدار هوندا آهن،

جي هڪ ٻگل ۽ وسيل شخصيت جي ساک پرکيندا آهن. منجهن مکيه خوبي اها هوندي آهي جو اهي ٻي راءِ ۽ بيطرفدار هوندا آهن ۽ مڙني طرفن ۽ ڌرين جون خوبيون خاميون بي ڊپائيءَ سان پيش ڪندا آهن ۽ پاٺڪن کي موزون رايا قائم ڪرڻ ۾ مدد ڪندا آهن. وڏي ڳالهه ته جنهن ۾ مسئلي سان سنڌي جاتيءَ جي ڪاڻ بهبودي ڳنڍي سگهندو آهي هـو تنهنجي زوردار اپتار ڪندو آهي؛ جنهنڪري سنڌو سمار سچي پچي سنڌيت جي آدرشن ڦهلائڻ جو زبردست واهڻ ٿي پيئي آهي. الـم جي سنڌي ڀاشا ۽ سنڌي محاورو ۾ اهڙو پڪو پختو ۽ ڦهڪيل ڦهڪيل آهي جنهن مان گهڻا سنڌي سبق سکي سگهن ٿا.
[سنڌو سمار ١٦-١-١٩٧٨]

## سنڌ جي سماچار جا ليکڪ

"آشاواٽي" اخبار ۾ الـم جي ليکن جو سلسلو، ماتر ڀوميءَ (سنڌ) جو جيڪو سراسرو احوال ڏني ٿو، سو ٻي ڪا به ڀارتي اخبار نه ٿي ڏيئي سگهي. هند - پاڪ جا لاڳاپا رشتا ته ڪجهه سڌريا آهن، پر تنهنجي رشتن تي اڃا سخت بندش پيل آهي. سنڌي ڪتابن، مخزن ۽ اخبارن وغيره جي مٽاسٽا اڃا تائين جڏ بند آهي. تنهن هوندي به عجب آهي ته سنڌ جو تازو ساهت الم هڪڙو شخص ڪهڙيءَ ڪرامت سان هٿ ڪري، اسان سنڌ پريمي کي پيار ڪندڙن جي پياس بجهائي رهيو آهي!
[جهوليلعل ١٤-٥-١٩٧٩]

# ”عزيز: شخص ۽ عالم“

(ليکڪا: پوپٽي هيرانندا‍ڻي)

عزيز جي شاعريءَ تي مکيه الزام اهو لڳايو ويندو آهي ته اها دقيق فارسي لفظن، محاورن ۽ طرزن سان اهڙي ڀرمار آهي جو عام سنڌي پڙهندڙن جي سمجهه کان ٻاهر آهي. پوپٽيءَ ڳالهه قبول ڪيو آهي ته ”عزيز ڪليات عزيز ۾ ان وقت جي شاعريءَ جي ڏيکا ڏيکيءَ ڪري تمام گهڻا فارسي لفظ استعمال ڪيا آهن، تنهنڪري اڄ سنڌس اهو شعر سمجهڻ ته خير، پر پڙهڻ به محال آهي.“ پر هن ڳالهه جو ڪارڻ اهو آهي ته عزيز جو استاد ان زماني جو هڪ وڏو مسلم شاعر هوندو هو جنهنکان ني هن اهو فارسي شاعريءَ جو علم حاصل ڪيو. سنڌس پنهنجي مجموعي ”ڪليات عزيز“ لي جڏهن سنڌ ۾ ڇپيو هو ته لڏهن مون پڇيو ماڻس ته دوستن، اهڙا ڏکيا شعر ڇو ٿو لکين، ته اڙ ڏنائين، ”ملڪ، مان ته جيئن سکيو آهيان تيئن ٿو لکان، مون لکي، ته ٻي طرز ۾ لکڻ اچي ٿي ٿو، پوءِ آءٌ ڇا ڪريان؟“ تنهن ڪانسواءِ اها حقيقت وسارڻ نه کپي ته سنڌي شاعريءَ جي تاريخ ۾ وڏو حصو، مسلم شاعرن جو رهيو آهي. جيتوڻيڪ ٿورو پوءِ ۾ هندو ليکڪ ني ٻهر رهيا آهن. سو ان ڏينهين جڏهن سنڌ ۾ عام مشاعرا ٿيندا هئا، جن ۾ اڪثر

مسلم شاعرن کي پورو ونندا هئا ۽ ناظرين به گهڻو ڪري مسلم
جمندا هوندا هئا، تنهن عزيز نـي هڪڙو هندو شاعر
هوندو هو جو فارسي طرز ۾ لکيل شعر شد مد سان اچي
پڙهندو هو ۽ مسلم ناظرين آسانيءَ سان سمجهي سگهندا
هئا، ۽ پڪ مسلم شاعرن وانگر به "مڪرر، مڪرر"
جو داد ملندو هو. انهيءَ قدرشناسيءَ ۾ عزيز جي شاهاڻي
شخصيت، قدآمت ۽ ادب آداب جي روش پڻ وڏو
پارٽ ادا ڪيو، جن عزيز کي مسلم ادبي حلقن ۾ پيارو
بڻائي ڇڏيو. پوپٽيءَ پڻ عزيز جي ملوڪ مهانڊي، رعبدار
آواز ۽ مذاقي طبيعت جي واکاڻ ڪئي آهي. پر جڏهن
چوي ٿي ته "ڪيس ڏسي ڄڻ شعر سامهون آهي." اهو
ڏيهن هيءَ ڏيهن، ۽ شاعر جي شخصيت جو تصور
اهو ئي سانڊيل الٿـم، اڄي انتر شخصيت رکندڙ کي
مهڙجو من شاعر مڃيندو ئي ناهي"، تنهن تعجب ٿـو
لڳي ته. پوپٽيءَ جهڙي ذهين ڏاڍي ليکڪا، ملوڪ
مهانڊي پڻا ڪڏهن به شخص کي شاعر مڃڻ لاءِ تيار ناهي!
دلڪش شخصيت وارو ماڻهو ئي شاعر ٿي سگهندو،
اهـا قبوليت ڏيئي پوپٽيءَ پنهنجو ڪل جلالي عورتپڻو
پڌرو ڪيو آهي! پلدو ان لي صحيح نڪتچيني ڪئي
آهي ته اهي سونهاري شخصيت جون وصفون عاشقن
جون ٿينديون آهن نه شاعرن جـون، انهيءَ ليکي ته
لارول، شيام ۽ شاد کي شاعريءَ لان دست بردار ٿيڻو

پوندو.

پونئيم چيو آهي ته ”شعر لاءِ ٻه ڳالهيون ضروري آهن، جذبات ۽ فن. ٻل ڪري چئون ته جذبات روح آهي ۽ فن جسم. پر جسم ۽ جان هڪ ٻئي کان الڳ نه نه آهن. جيڪڏهن فني ڪمزوريون موجود ڏسي ڪنهن شعر کي اوچو پد ڏيون ٿا، ته جذباتي سطح تي ڪمزوري ڏسي ٻئي ڪنهن شاعر کي ننڍو ڪئون؟“ هن اصول جو پهريون اڌ صحيح آهي، پر ٻيون اڌ وارو دليل، بلديو توڙي مونکي غلط ٿو لڳي. شعر لاءِ جذبات ۽ فن، جان ۽ جسم جيان ٻئي ضروري آهن، پر اهي ٻئي هڪ ٻئي کان الڳ آهن. بلديو جو جواب بلڪل برابر آهي ته ”جسم مان جڏهن جان نڪري ٿي وڃي تڏهن ٻئي الڳ ٿي ٿا وڃن.... شعر ۾ جذبات ڪانهي، صرف فن آهي، ته اهو بي جان جسم آهي.“ بلديو وڌيڪ لکي ٿو ته ”پونئيم جو اشارو ظاهر ظهور بيوس ۽ عزيز جي واه واه ڏانهن آهي. سندس چوڻ آهي ته جيڪڏهن اوهين بيوس جي شعر کي الجي فني ڪمزورين باوجود اوچو درجو ڏيو ٿا ڇاڪاڻ ته منجهس جذبات موجود آهي ته ساڳيءَ طرح اوهانکي عزيز جي شعر کي به اوچو درجو ڏيڻ گهرجي ڇاڪاڻ ته جيڪڏهن اُن ۾ جذبات ڪانهي ته ان ۾ فن ته آهي نه.“ پر هن بندي جي نظر ۾ بيوس ۽ عزيز واري واه واه بيسود آهي، ڇو ته مان سمجهان ٿو ته ٻنهي

شاعرن ۾ ٻئي خاصيتون، گهٽ ٻيا وڌ موجود آهن: تفاوت هيءُ آهي تہ بيوس ۾ جذبات گهٽ آهي ۽ فني ڪمزوريون اڻ ڳڻيون آهن، ۽ عزيز ۾ جذبات گهٽ آهي ۽ فني خوبيون وڌيڪ آهن. سچ پڇو تہ اها واد وواد عزيز کي ساري ڄمار ڪندي وانگر چنبڙي رهي، ڇو جو هندو آهي ۽ خودي اهڙا چوٽ چڙهيل هئا جو هو، همعصر بيوس جي فائدي ۾ عوام جي رائي کي ٺوڪر هڻي، پاڻ کي ئي پهريون نمبر وڏو سنڌي شاعر سمجهندو هو.

ڀارت ۾ اچڻ بعد، عوامي اعتراض کي مان ڏيئي، عزيز پنهنجي ٻولي ڪجهه سرل ۽ سٺري ڪئي ”صراحي“ لکيو هو جنهنڪري ساهت اڪادمي انعام مليو هوس.... عزيز سنڌ ۾ اثر جو هڪڙي ڪتاب ”ادبي آئينو“ لکيو جنهن لاءِ سنڌ سرڪار جي تعليم کاتي کيس انعام عطا ڪيو هو. ان ڪتاب بابت ڳاجرا لکيو تہ ”سندس ادبي آئينو جي سماوچنا ڪندي مون ڪيترا مثال ڏيئي ڏيکاريو هو تہ سندس ٻوليءَ ۾ ڪيترائي گرامر جون، لفظن جي سلسلي ۾ غلطيون آهن...“ عزيز صاحب کي سندس ٻوليءَ تي دسترس لاءِ جو داد ڏيڻ پوندو ڏنو آهي سو دهرائڻ قابل آهي. لکي ٿو: ”پنهنجي علميت پسائڻ جي شوق وچان هو پنهنجي ٻوليءَ کي ثقيل ٺاهي

چڙهندو هو." مان انهيءَ الزام سان شامل راءِ آهيان.
ٻوليءَ مـــان سنهيون ٻرڙون چوڪون چوندي ڪيڏي،
مٿيءَ مان ڪندا ڪيڏي مثل آهي. اهي چوڪون هرڪو
ليکڪ پيو ڪري. جيئن مثل ٻوسرام ڪندو هـو، مان ٻه
ڪندو آهيان، خود ٻلديو به ڪندو آهي، ۽ عزيز گهڻن
کان گهٽ. "أدبي آئينو" ۾ گوناگون وشين تي مضمون
لکيا انس، جن مـــان ڪيترا نهايت دلچسپ ۽ ڪي
صداقتي پڻ آهي، مثلا "مـــان جيڪر ڪارو هجان"،
"مقاطعن جو نيلام" وغيره. مان عزيز کي شاعر کان بهتر
نثر نويس سمجهندو آهيان. مان ٻلديو جيان انتهائي اندازو
نٿو لڳائي سگهان ته "درحقيقت عزيز نه شاعر هو، نه
عالم هو، نه قابل نثر نويس هو ۽ نه ايماندار نقاد."
هائو آءٌ اهو قبول ٿو ڪريان ته عزيز گهمنڊي نقاد هـو
جو ڪنهن به ليکڪ کي چيڙائڻ کان ڪين ٿڙندو هو،
۽ سندس تنقيد اڪثر لفظي ۽ عروضي هـوندي هئي
جيئن "گل و خار" مان ظاهر آهي ۽ نه ليکڪ جي خيالن
۽ ويچارن جي ڪٿ، جا ئي اهميت واري تنقيد آهي.
پيو ته ضرور سچاءُ هوندي به سندس سمورين ۾ اهو تضاد
هو ته هو لوڪ راءِ کي رلجائڻ نه چاهيندو هـو. ٻين
کي پنهنجا ڪرڻا تنقيدي ليک، ڪن دوستن جي نالي
شايع ڪندو هو، پر جيئن ٻوٽيءَ لکيو آهـي، پروفيسر
ڪيسواڻي انهن دوستن مان ڪوله هو. هن ته موريـو

"سنڌي شعر جي ڪسوٽي" ڪتاب ۾، پنهنجي ذي-
ڪملا ڪان عزيز خلاف مضمون لکائي ڇپايو هو. ان جو
سخت رد قد عزيز لکي، دوست ابراهيم خليل جي نالي
سان "ڪيسواٽيءَ جي ڪسوٽي" ڪتاب ڪيو هو.

بهر حال، ٻنهي پـــروينءَ کي آڙان هٿي جو سنڌس
شرڌالو ۽ ترسٽي هوندي به، ٻي راڻيءَ سان عزيز جا ڳڻ
ڏوش واڇاري، هڪڙو موزون تنقيدي ڪتاب رچيو اٿس.

[ڀارتواسي نومبر ١٩٧٨]

# بسنت جو "ساهتيه سرج"

ليکڪ بسنت جو اڀياس ۽ علم اهڙو ته وسيع آهي جو هو ڪهڙي به موضوع تي هڪ شاهي گرنٿ رچي سگهي ٿو. پر سندس روح جو رجحان خاص ساهتيه ڏي آهي جنهن تي ڪيترائي مضمون رچيا اٿس. تازو جو "ساهتيه سرج" پستڪ ڇپرو ڪيو اٿس سو سندس سڀني ڪتابن جو سرمور آهي ڇو جو ان ۾ ساهتيه جي مکيه خواه معمولي شاخن جي اصولن جي بارڪ بيني سان ڇنڊ ڇاڻ ڪئي اٿس. پر عجب آهي ته مضمون نگاري، ناٽڪ نگاري، ڪهاڻي ڪلا، بلڪ جيون ڪلا ۽ اولاد ڪلا تي به بسنت صاحب طويل مضمون لکيا آهن، پر ناول جي ڪلا کي الاجي ڇو وساري ڇڏيو اٿس؟

سالن کان مان هندي ڪتاب مطالع ڪندو اچان ٿو پر اها خوبي جنهن مون کي هن ڪتاب ۾ ازحد متاثر ڪيو، سا اڳئين ڪنهن ڪتاب ۾ ماتري ٻولي ۾ نه ڏٺي اٿم. هندي چمتڪاري ليکڪ مون کي حيران ڪري ڇڏيو آهي! سندس زبان داني، اُن چمتڪار جو مکيه ڪارڻ آهي. هو نه صرف ٺيٺ سنڌي زبان ۾ گوهر آهي، پر هندي، اُردو، فارسي، عربي ۽ انگريزي ٻولين تي به دسترس اٿس. ان مڙئي مان سنڌيءَ جي طبيعت

سان ٺهڪندڙ لفظ ۽ محاورا چونڊي ۽ ملائي الڪي مالامال ڪيو اٿس. ٻن ٻن ڀاشائن مان ڪٺيل لفظن جي خوش-آواز ميلاپ ڪري سان مادري ٻوليءَ جو خزانو ڀرپور ڪيو اٿس. جملن جي بناوت ۾ پڻ اهڙي موزون طرز ڪم آندل آهي جو مدهوشائن کان - رس پيدا ٿيو ٿئي. انهيءَ چمتڪاري لکڻيءَ جو مثال "ڪلڪ ڪلا" مضمون ۾ ملندو، جو ڪلڪ ڪلا جو ڪمال آهي! هنجي ڄاڻ ۽ وديا اهڙي وشال آهي جو ڪنهن ٻ وشيه تي عالماڻي اٿارٽي يا اٿارٽي ۾ ڳالهائي سگهي. هو اڄ اسانجو ٻوڪ فيلسوف ۽ مفڪر آهي، جنهن تي سنڌي جاتيءَ کي فخر آهي.

[ڪلڪتو ١٢ آگسٽ ١٩٧٩]

# سوامي دادو ديال

## (ليکڪ: جهمٽمل ڀاوناڻي)

”سوامي دادو ديال“ ڪتاب مونکي حيرت ۾ وجهي ڇڏيو آهي. لعلچند امرڏنومل ڄاڳپوءِ تيرٿ بسنت ۽ جهمٽمل ڀاوناڻي ته سنڌي اصطلاحي سنڌيءَ جا عالم آهن. اها ته سڌ هئم، پر ڀاوناڻي سنڌيءَ سان گڏ هندي ۽ راجسٿاني جو به اهڙو اونهو گيان رکندو آهي، سا مون لاءِ هڪ عجائب خبر هئي، جيتوڻيڪ سندس اڳيان سڀ ڪتاب مون مطالع ڪيا آهن. انهن ڀاشائن جي ساهت ۽ ساهتڪارن جي انهيءَ وشال ڄاڻ هنکي آهي، جو انهن مان سهڻين سنڌيءَ سان نسبتي حوالا ڏنا اٿس، سو سڀ پڙهي مونکي ته عقل چرخ تي ويو آهي ۽ پاڻ کي هن اڳيان ٻچو سمجهان ٿو جو مون ته فقط سنڌي ساهت جي ڳالهين کوجنا ڪرڻ ۾ ڪجهه ڪم ڪيو آهي.

[بمبئي، ٢٣-٩-١٩٨٠]

[٣]

## منير احمد ۽ آغا سليم جا ناٽڪ

ڏياري (١٩٦٧) پرچي جي ٽيٽرن ڇپيل مولڪي منير احمد جو ناٽڪ "سنڌڙيءَ جا سپوت" لکيو جو سنڌ ۾ مادري زبان کي زندهه رکڻ لاءِ جدوجهد باہت نهايت اثرائتو ناٽڪ آهي. عجب آهي ته ويجهي ڇڪ ۾ به شاندار نمونا ناٽڪ جن ۾ ناٽڪي اصولن جي پوري جاچ ڏيکاريل آهي سي پڻ سنڌ جي ليکڪن جا جوڙيل آهن. هڪڙو منيون چالو زماني جي ٻرندڙ مسئلي باہت ۽ ٻيو سنڌ مان نڪرندڙ "روح رهاڻ" مخزن جي اپريل (١٩٦٧) واري سالگرهه ۾ شايع ٿيل، آغا سليم جو "گل چنو گرنار جو" جنهن ۾ جهوني زماني جي راءِ ڏياچ واري اوک ڪهاڻي کي ناٽڪي جامو پهرايل آهي.

(نئين دنيا ڊسمبر ١٩٦٧)

## "جيجل" جو ناٽڪي مجموعو "پردا"

مولکي هن مجموعي جو بهترين ناٽڪ پرم پرڪاش جو "پردا" ٿو لڳي. ٻيو هي ناٽڪ انيسرن [واقعيات] بلڪل ڪونهي، جنهن ليکڪ هڪ هنڌ ظاهر ڪيو آهي. منهنجي خيال ۾ هي هڪ انوکو تجرباتي ناٽڪ آهي موضوع خواهه بناوت جي لحاظ کان. اڄ هن کي تمثيلي ناٽڪ ڪوٺيندس ڇو ته ان جي مکيه ڪردارن ۾ ذهن، دل ۽ دماغ، مٿان جي پردا اسان چاڙهي ڇڏيا آهن، سي لاهڻ، چيرڻ ڦاڙڻ بنيادي اندروني فلسفانو مطلب رکيل آهي ته اسان پنهنجي تن ۽ من مٿان جي پردا چاڙهي رکيا آهن، سي ڦاڙي ڦٽا ڪريون. هن ايڪانڪيءَ ۾ صرف ٻه ڪردار آهن "هو" [انسان] ۽ "مان" [سندس منطق يا دماغ]، "هو" پردا هٽائيندو رهي ٿو ۽ "مان" انهن حرڪتن بابت سائنس بحث مباحثو ڪندو رهي ٿو. هڪ ڪردار جي اهڙي ٻٽي شخصيت STERINSON جي مشهور تمثيلي ناول JEKYLL & HYDE جي ياد ڏياري ٿي، جنهن ۾ انسان جي اندر ۾ نيڪيءَ ۽ بديءَ جي ڪشمڪش چٽيل آهي. هن ناٽڪ ۾ پرم پرڪاش انسان جي زندگيءَ جي اصلي صورت ڏاهي اصلي صورت قائم ڪرڻ چاهي ٿو، ڪوڙ جو چهرو مٽائي سچ ظاهر ڪرڻ چاهي ٿو. قابل نقاد بلديو گاجرا لـ. هن ناٽڪ ۾ برهم ۽ مايا جو ڀيد مٽاڻ جي ويدانتڪ فيلسوفي ڏني

آهي پر مون وانگر ٻاڻ به مڃي ٿو ته اها هن هستيوادي
ليکڪ جي خواب خيال ۾ به ڪانه هوندي. هيءَ ليکڪ
ته انساني پوشاڪ کي به پردا ٿو سمجهي ۽ انسان کي
ننگو ڪرڻ ٿو چاهي! هن اڪانڪيءَ جو مقصد آهي ته
پردن ۽ پوشاڪن جو پونگه ۽ دوکو دور ڪري، انسان
کي پنهنجيءَ اصلي ۽ سچيءَ صورت ۾ ظاهر ٿيڻ کپي.
ناٽڪ جي پهرين سين اُنهيءَ الدرولي معنيٰ سان ڀرپل
آهي ۽ سمجهڻ ۾ ڪجهه مشڪل هوندي به نهايت
دلچسپ آهي، پر ٻين سين جنهن ۾ ناٽڪ جي گهر جو
جو ڪمرو ڏيکاريل آهي، سا مونکي اهڙي دلڪش نٿي
لڳي ڇو ته ان ۾ ڪارنامو بلڪل نالي ماتر آهي. ساڳين
ٻن ڪردارن جي وچ ۾ ساڳئي ٻاهرين ڏيکاءَ ٻابت واد
وواد ڪيل آهي، جنهن ۾ ڪيترن ڳالهين ور ور
ڪري دهرايل آهن. هن کي ٻاڻ سان سمپرڪ رکندڙ
دوستن جي نقلي چهرن سان پڻ اهڙي نفرت آهي جو
ڪين ڪون ڪرڻ ٿو چاهي، جنهن ڪري کان ”م“ (سندس
دماغ) ڪيس ٻاز آڻڻ جي ڪوشش ٿو ڪري. هڪ هنڌ
”هو“ جي انساني چهري ۽ ”م“ جي دماغي چهري
۾ ڪهڙو فرق آهي، تنهن تي اجائو سوڪيم بحث ڪيل
آهي جو ڪڪ ڪندڙ آهي. آخر ۾ جيئنو ٽيڪ ”هو“
قبولي ٿو ”من ڪي ڇڙهيل ادرشي پردا ڪيترا هٽائي
ڪيترا هٽائجن! ڪيترا ڪٽي ڪيترا ڪٽجن!“ آن

ڊراما هوندي ۽ ٻڌائي سوڌو پردا چڙهڻ کانسواءِ رهي نٿو سگهجي.

ناٽڪ جي بناوت انهيءَ نموني جي آهي. پهريان نظاري ۾ مرڪب سين ڊائلاگ آهي: هڪ پاسي گهر جا ٻاهريان در ۽ دريون ۽ ٻئي پاسي دڪان جا ٻاهريان حصا، جي مڙئي هڪ ڏاهيندو نٿو وڃي. ٻئي حصي ۾ ٻڙاد وارو حصو پڪجي ٿو وڃي ۽ ڊرن ڊڙان وارو حصو اندرين ڪمري ۾ بدلجي ٿو وڃي. روشنيءَ جو پربنڌ نرڳ اثرائتو رکيل آهي، جو ڪارنامي جي ترڪيب حالتن موجب اصلي بڻيون ۽ رنگ بدلائيندڙيون ٿيون رهن. ظاهر آهي ته ليکڪ جديد منچ ڪاريءَ کان پوري واقف آهي.

بهرحال پرڪاش جي "پڪنڪ" کان هي ناٽڪ گهڻو بهتر آهي ڇو جو مخصوص ڪارنامو رکيل آهي، مقصد رکيل آهي ۽ سمجهه ۾ سولو ٿو اچي؛ پر "پڪنڪ" ۾ صرف بي مقصد بحث مباحثو آندل آهي، جنهن ڪري ان ۾ دلچسپي ڪانهي. پرڪاش جي ٻئي ناٽڪ "ڪجهه نه ڪجهه" ۾ وري نه "ڪجهه نه ڪجهه" ڪارروائي آندل آهي، ڪجهه نه ڪجهه مطلب رکيل آهي جنهن ڪري پڙهه ارٿ هيٺ نٿو لڳي ۽ ڪي قدر دلچسپ آهي. درحقيقت ڊراما لفظ ئي "DO" مان نڪتو آهي، معنيٰ ڪرڻ، ڪارروائي (ايڪشن)، جنهن کانسواءِ ڊراما

ٻڌجي نٿو سگهي، ڀوءِ ڀلي ان کي ”نئون“، ”جديد“ يا ”انقلابي“ جهڙن چٽڪيون چولا لڳائجن.

مٿين گهڻن ناٽڪ جي برعڪس، سندر اگناڻيءَ جو ”چور ۽ چور“ واهه جو مذاقي ناٽڪ آهي- سمورو ٽهڪ ٽي ٽهڪ! ٽيڪنڪ ۾ نئون ڪم آندل آهي، جنهن موجب ڪردار اسٽيج تان لهي هال ۾ اچيٿو ۽ درشڪن سان لاڳاپو قائم ڪري ٿو، جنهنڪري جديد ناٽڪ ڪاريءَ ۾ درشڪن جي شرڪت ڇٽبو آهي. ڪردارن جا ڊائلاگ ۾ سڀاويڪ آهن، اڻڀا ٽڙيا، ساديءَ سوڌيءَ ٻوليءَ ۾ جا عام طور ڳالهائبي آهي. اگناڻيءَ هي ناٽڪ لکيو آهي، ڊائريڪٽ ڪيو آهي، منجهس پارٽ به ڪيو آهي، انهيءَ هوندي به عجب آهي جو راجستان ناٽڪ اڪاڊميءَ کيس انعام ڇو ڪين ڏنو! پر ڀڄاڙيءَ ۾ اوائده ۾ ٻيءَ کي چور سمجهي ڀار ٻڪڙي مار ٿا ڪين، صرف مسخري پيدا ڪرڻ لاءِ، سو مونکي ناممڪن مبالغو ٿو لڳي ۽ ڪاميڊيءَ کي فارس بڻائي ٿــو ڇڏي. باقي ڪلائيمڪس روپڪارن پيدا ڪرڻ جو اگناڻيءَ کي ڏانءُ ۽ ڏات آهي.

هن مجموعي جو ٻيو اڀسرڊ ناٽڪ شيام جيسنگهاڻيءَ جو ”اونده جي ڳولها“ آهي جو منهنجيءَ ساديءَ سمجهه ۾ بلڪل نه وينو. پر ناٽڪ اهڙي صادق نوع ۾ لکيل آهي جو ائين پيو لڳي نه جيسنگهاڻيءَ ڪجهه نه سوچي لکيو هوندو، ڪا نه معنيٰ منجهس رکي هوندائين! ”اونده

جي ڳوليا" عنوان مان ڪنهن فلسفائي موضوع جو اشارو پيو ملي. پر افسوس جو منهنجي پڙهڻ کان ٻاهر آهي.

مجموعي جو هڪڙو ٻيو غير لچرپائي، سٺون سوڌو، روايتي حقيقت نگاريءَ لاءِ پڙهڻ لائق آهي. اهو ڪمال جو "ميونسپل ڪائونسلر" جنهن کي الٽو پٽڪ چڙهائيندي ۾ بهترين پيشڪش طور نرالي ڍنگ ورتي آهي، منجهس ميونسپل ڪائونسلر پٽيل جي قدمن ۽ چالبازين جي چڱي اوگهڙ ۽ طنز ڪيل آهي. مذاق ۽ چڱي رکيل آهي. ڪيترن هنڌن تي گفتگو به ڪافي ڪلاتمڪ آهي. پر گهڻو لڪو لفظن جي هڪجهڙائيءَ مان ڪل پيدا ڪيل آهي. جهڙوڪ "شوقر" بدران "سوئر" "پرسنلٽي" بدران "الستي" (؟) ۽ "پروپئگنڊا" بدران "گيڏبا". اها لفظي مذاق سطحي آهي، اهو سوکيم مذاق جنهن ۾ ڪلاتمڪ خيال ڪم آندا آهن. ليکڪ جون نشانيون جهولي، زماني جي ڪالمن وارئون ڏنل آهن؛ پوري دم بدران ليڪ (— DASH) ڪم آندل آهي جنهن جو سڌارو ليکڪ جيءَ لشالين موجب مطلب ٿي پيو آهي. لڳي ٿي چڱو خاصو ولدرالتمڪ لائق آهي.

"روح رهاڻ (ماهوار) آگسٽ ١٩٧٦"

# گوبند رام رائسنگهاڻيءَ جو ناٽڪ نرواسي

جنهن عنوان مان ظاهر آهي هن ناٽڪ جو موضوع آهي هندستان ۾ سنڌي نرواسين جي جيوت. سنڌ مان لڏ پلاڻ، هند ۾ ڪئمپن جي زندگي، نرواسين کي ورڇ وسائڻ جا وسيلا وغيره، هر پهلوءَ کان دل ڇهندڙ بيان ڪيل آهن ۽ هر مسئلي تي عملي روشني وڌل آهي.

هن ناٽڪ جي خاص خوبي اها آهي جو منجهس اجايا واقعا وڌل ڪونهن، هڪڙي ئي مرڪزي ڪارنامي تي هيءُ ناٽڪ ٻڌل آهي جنهن مان ٻيون ننڍيون ڪارروايون قطعي نڪرن ٿيون، جنهن کي (يونٽي آف ايڪشن) جو اصول چئبو آهي. ارسطوءَ جي ان اصول جي به پوئواري ڪئي اٿس ته جهيڙو، جنگ، خونريزي وغيره جهڙا خوفناڪ نظارا اسٽيج تي نه ڏيکارجن پر اداڪارن واتان ٻڌائجن.

ناٽڪ ۾ ڪردار نگاري به واهه جي ڪيل آهي! منهنجي نظر ۾ سنڌي جوان هرشچندر ناٽڪ جو نائڪ ڪوٺجي، ٻيو گجراتي سيٺ امبالعل آهي، جو سنڌي نرواسين جو ڪٽر ويري آهي ۽ لاڏلي ڌيءُ وجيا اُجا سنڌين جي همدرد آهي، جي ڪيترين سفارش ڪرڻ تي به نرواسين کي ڪابه مدد ڪرڻ لاءِ تيار نه آهي. ٻيو جڏهن هرشچندر ملان کي ماري سيٺ جي گهر اچي اجهو ٿو وٺي ۽ ڪيس سکر ۾ پنهنجي ماءُ ڀيڻ سان مسلمان

جي بيحرمتيءَ جو مختصر بيان نه ڪري، انهن سڀني
جي دل ڪجهه قدر ٺري ٿي پوي ۽ ڪيس پوليس ٿاڻي
مان ضامن تي آزاد نه ڪرائي. اهڙيءَ طرح جالي
پيدا ٿيل مسئلن جو حل گجراتي ڇوڪريءَ ۽ سنڌي ڇوڪري
جي ميلاپ سان ڏيکاريل آهي. هڪ ٻيو سنڌي ڪردار
ميجر گوبندرام آهي. [ليکڪ جو نالو به اهو ئي آهي] جنهن
واتان به ليکڪ ان ٻين مسئلن جا حل نه ڏسي ۽ انهن
کي خاص اهميت نه ڏني. هڪڙو ته پرواسين کي ڀارت
۾ ڪو ٻنهجو ڏرليءَ نگر ڪونهي ۽ ساري ملڪ ۾ ٽڙيا
پکڙيا پيا آهن، سو ڀرانتڪ لوڪن سان جنهن انداز سلوڪ
۾ رهندا انهن تي ڌرش گذاري سگهندا. ٻيون ته مسلمانن
جي اتياچار ڪري اسلامي ماترڀوميءَ مان پڄڻو پيو ٿن
جو بدلو هند جي مسلمانن کان وٺڻ اجوڳو نيتي آهي.
اهڙيءَ طرح ڀارت ۾ هندو مسلم جو ميلاپ به ڏيکاريو
ويو آهي. باقي هڪ ڳالهه آهي ته ناٽڪ ۾ ڪن ڪردارن
جون زبانيون [ڊائلاگ] لمبيون آهن، جنهن جو ڪارڻ اهو
آهي ته ليکڪ پرواسين ۽ هندواسين جا ڪيترا مسئلا کنيا
آهن، انهن جي اوک ٻوک ڪئي آهي ۽ حل ڳوليا
آهن انهن هوندي به ليکڪ انهن زبانين کي گهٽائڻ جي
گهٽ ڪوشش ڪئي آهي جن اهي سپاٽ لڳن.
سنڌي پرواسين جي مکيه مسئلن تي هيءُ اثرائتو ناٽڪ
شل رنگ منچ تي سڦلو ٿئي.

[ڪلڪتو - ١٥ آگسٽ، ١٩٧٦ع]

# ناگراڻيءَ جا مذاقي ناٽڪ

دوست ناگراڻيءَ جو هاڻي هيءُ ٻيون مجموعو "نورنگي" آهي جنهن ۾ پنج ايڪانڪيون درج ڪيل آهن. انهن ۾ ٻه ته سندس گامنو سيريز جون اهيون ڪڙيون آهن. "گامنو سنڌولاجسٽ" ۾ ڪن چرچي سان گڏ ڪاليجي شاگردن تي طنز ڪيل آهي ته ڪيئن فلمي دنيا ۾ گهڙڻ جي خفت وچان، ٻمبئي شهر ۾ وڃي ماڻهن جو ٻيسو دق ٿا ڪن ۽ مصيبت ۾ ڦاٿا پون ۽ نيٺ ماڻت ڏيئي، اچي ڪڇن ڇانيون ٿا. "گامنو ايڊيٽر" ۾ ٻڻي مسخريءَ جي نوع ۾ ايڊيٽرن جي چالبازين ۽ ڪڌن ڪارنامن جي اوگهڙ ڪيل آهي. "فسادي ڪوڪڙو" ناگراڻيءَ جو هڪڙو نئين انداز لاءِ لکيل ڪلائيمڊز ڪيل آهي، جنهن ۾ ڀاءُ ڀيڻ وچ ۾ هڪ خسيس ڪوڪڙي تان وڏو جهيڙو ٿو لڳي، پر وفادار نوڪر اچي ٿو ڪين سرچائي. اهو نوڪر ڳالهائڻ ۾ ٻاتو آهي جو ناگراڻيءَ جي جيوت مان ورتل ڪردار آهي ۽ پنهنجي ٻاتاڻ سان چڱو مزو ٿو ڇائي. باقي ٻه ناٽڪ ٻئي، تازا لکيل ٿا لڳن. "سيڪس پاپ سپيتا، پيوُ ٿي پاپ پيتا" ۾ دهلي ڪاليجي زندگيءَ جي جهلڪ ڏيکاريل آهي ته ڪيئن سوسائٽين جي چونڊن ۾ اميدوارن جي چڪري ٿي لڳي ۽ ڪيئن هم ڪلاسي ڇوڪريون پنهنجن دوستن لاءِ ووٽ هٿ ڪيون ڪن. خاص

ڪلائيمڪس طور رکيل آهي هڪ سگهڙ وڏڙن جي ڪردار ۾،
جو پنجابي ڀاشا ۾ پيو ڳالهائي، جنهن جي ناگراڻپ کي
چڱي ڄاڻ ٿي نٿي سگهجي. پر ناگراڻپ جو بهترين ناٽڪ
مونکي "منهنجو گهر اسپتال" ٿو لڳي، جنهن ۾ گهرڙ ڀاڻي
دادن دلبيءَ لئي خوب مذاقي طنز ڪيل آهي، جا
بدهاضمي پڙيا ڳورا طعام کائي "گئس جو ڦوڪڻو" ٿي
پيئي آهي ۽ وچاري مڙس لاءِ مصيبت جو باعث،
ڊاڪٽرن جون دوائون طواهر. حڪيمن جون ڦڪيون ڪو
فرق نٿيون ڪن. هي ناٽڪ ناگراڻپ کي لرب اسٽيج
تي آڻڻ کپي ۽ لاشڪ ڪامياب ويندو.

ڪلڪتو، ٣٠-٧-١٩٧٦]

[ ٤ ]

# پرسرام ضيا

پرسرام سچانندائي "ضيا" انگريزي اسڪول جو نه در ٿي نه ڏٺو پر ڇوٿن تائين سنڌيءَ جي به ٽن درجن کان مٿي نه پڙهيو هو. تنهن هوندي به سنڌي ٻولي ۽ اصطلاح تي اهڙو دسترس هوس ۽ وزن، قافيي تي اهڙو قبضو هوس جو چالو زماني ۾ هڪ بهترين سنڌي لوڪپريه ڪويءَ جو پد پراپت ڪيائين...... "گلزار رانجور" نالي ڳٽڪي معرفت ئي سندس شاعري ۽ شخصيت سان منهنجي پهرين واقفيت ڪراچيءَ ۾ ٿي. سندس رواجي ڪولا مان به آهو ساڳيو محبوب، اهڙو ۽ سباجهو سپاهه پٽي پکيو جنهن سان هو آخر تائين سنڌي جنتا جو محبوب بڻيو آهي ۽ سندس شاعراڻي پرواز ۽ نازڪ خيالي ۾ به اهڙي اهڃاڻ ظاهر هئا جنهن ۾ هو پڇاڙيءَ تائين ترقي ڪندو رهيو.... پرسرام هڪ قابل مسلم شاعر ڪاظم جو شاگرد بڻيو جنهن سندس تخلص "رنجور" مان ڦيرائي "ضيا" (روشني) ڪيو ۽ ان نالي سان پنهنجو مجموعو "تصوير احساس" شايع ڪيائين. ان ۾ فارسي لفظن ۽ صورتن جي ڀرمار اڳي کان به وڌيڪ ڏسڻ ۾ آئي... ۽ جيس سنڌ سرڪار وٽان اڌهي انعام به

عطا ٿيو.

پوءِ نه سگهو ٿي سبب هئي ٻئي آيا سين ۽ زندگيءَ جي انقلاب سان گڏ ضيا جي شاعريءَ ۾ به انقلاب اچي ويو. نيئت ۽ سليس سنڌيءَ ۾ خيالن جي پرواز جو اظهار ڪرڻ لڳو.

ضيا ســـان منهنجو شخصي طــور ملڻ بمبئيءَ ۾ ٿيو، جڏهن هو اخبارن لاءِ "ســونـــائي" ۽ "سپاهي" تخلص هيٺ طنز ڀريل مذاقي شعرن جو سلسلو جاري رکندو آيـــو ۽ سنڌي جنتا کي کلائي ڪيڏو هـڪ پاسي کيائين ته ٻئي پاسي ڪين ٻدگتي خاصين لاءِ چهنڊڙون پاتائين ۽ اهڙيءَ طرح عوام جو عزيز شاعر ٿي پيو.

[نئين دنيا ڊسمبر ١٩٥٨]

# شيخ اياز جو شعر

شيخ اياز جي "ڳنڍيون مڇ ڳنڍير" ۾ سنڌس هندستان جي سرسفر جا شاعرانا تاثير ظاهر ڪيل آهن، جن مان ڪي نهايت سندر آهن ۽ ٻيا ڪجھ گهٽ. غالب جي مزار تي چيل ادب لطيف ۾ انقلابي آهي.

هن اداس پارن جو سرمور آهي نمبر ٣، جنهن ۾ هندستان - پاڪستان جي جدائيءَ بابت پڪاري ٿو: "۽ ملڪ هتان، زلزلو آيو، ٻئي ڌڙا ٻيهر ٿي ويا.... ۽ شاعر پنهنجي لاءِ قبر کوٽي، اونهي، نهايت اونهي قبر، جتي مسجد جي بانگ، مندر جي سنک، ۽ گردواري جي گهنڊ جو آواز هن جي ابد ڦٽائي نه سگهي." پر هن نظمن سان واقف نه ڪرڻ ۾، ڪيترائي سٽون اچن ٿيون جن ۾ فقط هڪ لفظ آهي، مثلن "۽"، "انين"، "اندر"، "پسر" "تڏهن"، "ڪڏهن"، "مان" وغيره، جن ۾ ڪهڙو شاعرانو يا موسيقي مطلب رکيل آهي سو منهنجي سمجھ کان ٻاهر آهي. هتي جا شاعر به اهڙيون هڪ اکريون سٽون لکي خواه مخواه ڇاپڻ جو خرچ وڌائيندا آهن، ۽ عجب آهي ته ڇاپيندڙ به اهي ڇپيندا آهن. تنهن کان سواءِ، مان پنهنجو اهيو اعتراض دهرايان ٿو ته هن قسم جون لکيتون "ادب لطيف" آهن، نه "آزاد نظم". آزاديءَ جي نالي ۾ نظم ۽ نثر وچ ۾ تفاوت مٽائي ڇڏڻ،

پڙهندڙن لوڙي لکندڙن کي گمراهه ڪرڻو آهي. سنڌي ادب جي ترقيءَ لاءِ، انهن نين شاخن جهڙوڪ آزاد نظم، بي قافيه نظم ۽ ادب لطيف جون خصوصيتون ۽ حدون چٽيون ظاهر ڪرڻ کپن.

## سندري اُتمچندانيءَ جي شاعري

پنڊت نهروءَ جي جدائيءَ ۾ سندريءَ جا سنڌي بيت "قوم وڃايو ڪان" درد ڀريا، شاعراڻا ۽ ماترائن لي ٻـ اڪثر ٻورا آهن. نيٺ نثر لکڻ سان گڏوگڏ، سندريءَ جذباتي شاعري به ڪري سگهي ٿي.

سندريءَ جي سنڌ جو سفرنامو "تو جهڙين جي تات" جي بياني طرز شاعراڻي آهي، سندس عبارت گهريلو محاوريدار آهي، جنهن اُستاد لعلچند اَمرڏنومل جيڪر پڙهي ها ته ٿري پوي ها.

[انڊين دنيا نومبر ١٩٦٤]

# آزاد نظم ڪبين شاعراڻو نثر؟

شيخ اياز لاءِ مونکي پيار گڏوگڏ عزت آهي. پر مون کي سندس آزاد نظم نسبت سمجهاڻي تسڪين پري نه لڳي. پاڻ قبول ڪيو اٿس ته آسڪر وائلڊ ۽ بودليئر جي اهڙي نموني جي رچنائن کي ”پروز پوئمس“ سڏيو ويندو هو، پر پوءِ ازرا پائونڊ ۽ بين بين الاقوامي شاعرن جي ساڳئي قسم جي تخليقن کي پوئمس ڪوٺيو ويو آهي. انجو سبب اهو ڏنو اٿس ته ”جيڪڏهن منظوم يا (بحر ۽ وزن واري) ۽ غير منظوم (بحر وزن بنا) تخليق، ٻنهي جو تاثر ساڳيو ٿئي ۽ پڙهندڙ ۾ ساڳيو جذباتي رد عمل پيدا ڪن، ته اهي ٻئي نظم جي زمري ۾ اچي وڃن ٿيون“. پر منهنجو اعتراض آهي ته ادب جي ڪنهن به زمري (يعني صنف يا شاخ) کي ڪو نالو ڏنو آهي ته فقط انجي تاثير ڪري نه، پر انجي بناوت کي به خيال ۾ رکي ڏنو آهي. هن مذڪور نئين صنف جو تاثير ڀلي ته شاعراڻو هجي، پر جيڪڏهن انجي بناوت غير منظوم آهي ته انکي نظم ڪهڙي حساب ڪوٺي سگهبو؟ ڇو جو ڪن مغربي مولفن يا شاعرن انکي اهو اڻپورو نالو ڏنو، تنهنڪري اسين به ٻڌل آهيون ڇا (خاص طور اياز پارو آزاد خيال ۽ انقلابي شاعر) ته اها

ڇوڪ قائم ڪريون؟ جنهن صورت ۾ اهڙا نئين صنف
اسان سنڌي ادب ۾ آندي آهي ته لازمي آهي ته انشاء
ڪو نئون نثر نالو ايجاد ڪريون، جنهن مان انهيءَ مال
نوڙي رومال جون خاصيتون ظاهر ٿين.

اڄ سالن کان اسين "نظماڻو نثر" ڪوٺيندا آهيون،
جو پوئٽڪ پروز جو ترجمو آهي. انهن ادبي پارن کي
"ادب لطيف" چوڻ بالشڪ بي معني آهي، ڇو ته سڀ
ادب، لطيف هئڻ کپي؛ جيڪڏهن لطيف نه آهي ته
ادب ئي نه آهي. اهو اڻ چٽو نالو اردوءَ ۾ ايجاد
ڪيل ٿو ڏسجي، جتان اسان نقل ڪري سنڌي ادب ۾
انهيءَ مروج ڪيو آهي جو لاچار اڄ به بعضي ڪم آڻي
ڇڏيندا آهيون، نه متان منهنجو نالو "نظماڻو نثر" پورو
نه سمجهن! جيڪڏهن اياز قبول ٿو ڪري ته اهي
تخليقون غير منظوم آهن ۽ "انهن ۾ رواني شعر جي نه،
پر نثر جي ڏني وڃي" ته پوءِ اهي نثر ٿيا ۽ نه نظم-
اهو ڪهڙو به "آزاد" نظم ڇو نه هجي. آزاد نظم ته پڻ
نرالي صنف آهي جنهن کي پنهنجون خصوصيتون آهن،
جنهن ۾ بحر وزن قائم هوندو آهي، پر آزاديءَ سان
استعمال ڪيل. سچ پچ ته مون وارو "نظماڻو" نثر نالو
به پورو ٺهڪندڙ ڏسڻ ۾ نٿو اچي، ڇو جو منهنجو نظم
(بحر وزن وارو) آهي ئي ڪو نه. ٺهڪندڙ نثر نالو "شاعراڻو
نثر" پيو لڳي. نون ادبي محاورن جي وڙن ۾ خيال جي

گهرگهلائي ڏنڪارڻ نہ جڳائي، پر اهي وگياني طرح ٽڙ ۽
چٽا هئڻ کپن. جديد ادب ۾ نظم ۽ نثر جــــون شاخون
هڪ ٻئي کي ڪيترو نہ قريب اچي وڃون هجن، تہ بہ
نثر ۽ نظم جا سڌا صفا مٽائي ڇڏڻ سان نہ صرف ادب
۾ گهوٽالو پيدا ڪندا سون پر لکندڙ ۽ پڙهندڙ جي من ۾
مونجهارو آڻيندا سين.

[نئين دلي ڊسمبر ١٩٦٤]

# سڳڻ آهوجا جو شعر

سڳڻ آهوجا پرچو ڪڍيو. سڳڻ آهوجا جو شعر ڪٿي ڪري، هن جديد شاعريءَ جي سرحد جو پالڳبار قائم ڪيو ويو آهي اُهيءَ پرچي لئي جلد چاهي سڳڻ جو ڪلام جو مجموعو ڪري پڌرو ڪرڻ کپي.

(اهو پرچو پوءِ "ارمان" نالي نئين دنيا طرفان شايع ڪيو ويو.

[نئين دنيا سپٽمبر ١٩٧٠]

## ارجن سڪايل جي شاعري

پرڄاوادي (جنوري ٧٠) پرچي ۾ ارجن سڪايل جا متفرقا شعر پڙهيم. اهڙي سانگي شاعر جا ٥-٨ شعر هڪڙي ئي هنڌ شايع ٿيل مطالع ڪجن ٿا ته پورو اندازو لڳائي سگهجي ٿو ۽ شعر جي مختلف لمون مان لطف پرائجي ٿو. سڪايل جي لکڻيءَ ۾ شاعراڻي پرواز آهي، تشبيهون ۽ استعارا به چڱا آهن مثلا "ڦول سڌارن جا" "طعنا شربت جهڙا" ۽ "زهر پري ڪا لاس" وغيره. ڪڏهن شعرن ۾ گهٽ وڌ ترقي پسند خيال پرايل آهي. مثلا:

"هي گيت نه منهنجا گيت مگر هي گيت اٿاهه عوامن جا
هي بول نه مون هڪڙي جا، ليڪن بول هزار زبانن جا"
"محنت سارو ڏنو آ هردم، ڇاجي قسمت ڇاجا پاڳ؟"

ليڪن ڪولاڻ سوڏي ڇولب سٺي ڪيل آهي.

[نئين دنيا اپريل ١٩٧٠]

# نئين ڪوتا

ڪويتا مخزن جا مضمون اڪثر ڄاڻو ليکڪن جا لکيل هوندا آهن ۽ پڙهي لطف ملندو آهي، جيتوڻيڪ نئين ڪوتا ۽ نئين ڪهاڻي جو مفهوم هستيواد جي أصولن تي ٻڌل آهي جنهن سان مان شاهراه لاهيان، سچ پڇو ته، آهي الجهيل ڇيڙون گهڻو ڪري منهنجي سادي سمجهه کان ٻاهر هونديون آهن. منهنجو رايو هري دلگير جهڙو آهي ته نئين ڪوتا اڪا نئين آهي، اڪا ڪوتا آهي، پر ڇو جو منجهس ڪي خوبيون آهن، تنهنڪري أنکي ڪو ٻيو نالو ڏيڻ کپي. مان ان کي سالن کان "اظهاڻو نثر" چوندو اچان، پر اهو به نئون عنوان ناهي.

قلم تازو- هستيواد جا أصول سڀ نراشاوادي آهن، پر مان آشاوادي آهيان. صحت سالم نه هئڻ ڪري اُپڻار سان لکي نٿو سگهان.

[ڪويتا آگسٽ ١٩٧٣]

# ايم. ڪمل جو مجموعو ۽ نئون غزل

ايم. ڪمل جي ڪتاب "گرنڊ اِرف جا نقش" ۾ هيري شيوڪاڻي خالص هستيوادي نظرئي کان سخت تنقيد ڪئي آهي. ڇا "نئين" شاعر کي ايترا آزادي ناهي جو هو جذباتي، رومانوي يا قدرت جي جماليات لاءِ پنهنجا احساس ظاهر ڪري؟ ڇو نه، اهو آدرش ۽ ڪميٽيڊ شاعر ٿيو ۽ ساهت ۾ ڪنهن به واد لاءِ ڪميٽمينٽ کي مان غلامي ۽ ڪٽرپڻو ٿو سمجهان. نقاد جي لکڻي ۾ ٻوڙي ۽ وڏ وڪڙ ڪاٺيندڙ آهي. ڪيترائي اجنبي لفظ ڪتب ٿو آڻي جي مون لاءِ ڪنهن پڌا نه ڪونهن. هيري شيوڪاڻي جهڙي اُدار دل ليکڪ، جو پنهنجي لڳين جو حامي آهي، انهن مان اهڙي طرفي آلوچنا جي اميد ڪانه هئي.

[رچنا ٣-١٩٧٩]

ايم. ڪمل جي "نئين غزل" ۾ ليکڪ جو حاصل مطلب آهي ته نئين غزل ۾ فارم (وزن قافيا وغيره) ساڳيو روايتي غزل وارو هوندو آهي پر پداورت (مـواد، ربط وغيره) هستيوادي پيدا ڪرشا ۽ اُرٿ هيڻتا وارو هوندو آهي ۽ نئين ڪولا ۾ شاهد محبت ۽ واهيات (انجسرڻ) ڌڪاريل آهي. [رچنا ٥-١٩٧٩]

# ڪجھ دنيا، ڪجھ پاڻ بابت

نئون سال شروع ٿيو آهي ته پاڪستان آمريڪي جنگي ڇڪتاڻ ڪٽي آيو آهي، جيتوڻيڪ مغربي يورپ ۾ ان خلاف شاهي مظاهرا به ٿيا آهن. اُميد ته رشيا ۽ سوشلسٽ ۽ غيرطرفدار ملڪن جي جنتا سامراجين ۽ جنگبازن جون ميلين مرادون مٽيءَ ۾ ملائي ڇڏينديون.

هينئر هند پاڪ ۾ جنگ نه ڪرڻ جي اقرار لاءِ ڳالهيون ٻيئون هلن. شل ڪامياب ٿين، جئن ٻنهي ملڪن جا ناتا بهتر بڻجن. گذريل سال سنڌ مان ڪيترائي ليکڪ وغيره ڀارتي سنڌين سان ملڻ آيا آهن، ۽ پاڪ سرڪار هند جي سنڌي ليکڪن کي سنڌ ۾ اچڻ لئي ڏني جا ڳالهه. هتي اهل ڀٽ شاهه جي وارث نثار حسين کي ذهن نشين ڪرائي سون ۽ هن هر سال شاهه لطيف جي ورسيءَ تي هند جي سنڌي ليکڪن وغيره کي گهرائڻ جو انجام ڪيو آهي. شل سوڀ ملينس.

نئون سال سنڌي جاتيءَ لاءِ اُميد ڀريو ٿو لڳي. خاص ڪري اَدب ۽ تهذيب جي ڏس ۾. سنڌين ۾ ان ڀاري ۾ چرپر نظر اچي ٿي. سنڌي ساهت ۽ گيت سنگيت جي ڪئسيٽن ۾ چگي واڌ ٿي آهي. ساهت لاءِ ته مکيه طرح هند سرڪار، گجرات، راجستان، مڌيه پرديش سرڪارون ذميوار آهن جن سنڌي ڪتابن تي هر سال اِنعام ڏيڻا

ڪيا آهن. البت ڪي ليکڪ انعام لاءِ ڪڏا طريقا به
وٺن ٿا، جئين هن ڀيري پريو وفا جهڙي شاعر ڪتاب
ڇپايو ۱۹۸۱ ۾ پر ٺڳي ڪري ان تي سن ڇپايو ۱۹۸۰ ۽
انعام پاڻ جو حق ڦٻايائين.

ساهت اڪيڊمي اهڙن ڪيترن طريقن کي روڪڻ لاءِ انعام
جيڪر ڪتاب تي نه پر ليکڪ جي سڄي ساهتڪ ديڻ
تي ڏئي جئين سو ويت لئنڊ انعام ڏيندا آهن.
گذريل سال اهو انعام (جيڪو اڳي الم، ڪومل ۽ سندريءَ
کي مليل آهي) ڪيرت ٻاٻاڻيءَ کي ڀارت روس دوستي
۽ عالمي امن لاءِ ڪيل ڪارنامن لاءِ مليو، جيڪو ۵، ۶
سالن کان عهدا وٺي ڪيو هئائين ته "لينن" تي لکيل
ڪتاب نه ڊاڪٽر سڪاڀل جي ۱۹۶۸ ۾ انعامي
ڪتاب "لينن جي جيوني" جو چٽو نقل آهي ٻولي
جي ڦير گهير سان. ٻاڻ کي غلطيون اٿس. سڪاڀل ته
ايمانداريءَ سان ڄاڻايو هو ته هن ڪهڙي ڪتاب تان
مدد وٺي لکيو هو.

پروفيسر ايم. يو. ملڪاڻيءَ جي ورسي پهرين ڊسمبر
تي هئي پر ڪنهن به ساهتڪ سنستا (اکل ڀارت سنڌي
ٻولي سڀا به نه جنهن جو هو صدر به هو) نه ملهائي جيڪا
سڀا ۽ ٻين سنستائن لاءِ شرم جي ڳالهه آهي. اسان
پروفيسر جي ورسي ملهائڻ لاءِ خاص پڙهو ڪيو آهي
۽ هر سال هنجي ياد ۾ ڪو خاص ڪتاب يا
سيمينار يا انعام جو پربنڌ ڪنداسون. ساهت
اڪيڊميءَ جس لهڻو جنهن پروفيسر ملڪاڻيءَ تي ڪتاب
لکارائڻ لاءِ ڏنو آهي. [سمپادڪ]

سا ڪيئن وساريان ٻولي

جنهن ۾ ماءُ ڏني مونکي لولي



هڪ سنڌي ڪارخانيدار



# ساهتيه اڪاڊميءَ جا ڇپايل
# چونڊ سنڌي ڪتاب

**چونڊ سنڌي مضمون:** ايڊيٽر- ڪيرت ٻاٻاڻي
ڪوڙومل چندنمل کان وٺي هيرو شيوڪاڻيءَ تائين
٢٨ ساهتيڪارن جا معياري مضمون. ١٥ روپيه

**چونڊ سنڌي ڪهاڻيون:** (ڀاڱو-١) ٻيون ڇاپو
ايڊيٽر: گوبند مالهي ۽ ڪلا پرڀسنگهاڻي
پرڀداس ڀيرومل کان وٺي هيم ٿاگواڻيءَ تائين
٢٧ ڪهاڻي ليکڪن جون ڪهاڻيون ١٥ روپيه

**چونڊ سنڌي ڪهاڻيون:** (ڀاڱو-٢)
ايڊيٽر: ڪرشن کٽواڻي، گنو سامتاڻي ۽ هريش واسواڻي
رام پنجواڻيءَ کان وٺي هريش واسواڻيءَ تائين
٢١ ڪهاڻي ليکڪن جون ڪهاڻيون گڏوگڏ
هريش واسواڻيءَ جي لکيل ڀومڪا:
”ورهاڱي کانپوءِ سنڌي ڪهاڻي“. ١٥ روپيه

**ساهتيه اڪاڊمي - ريجنل آفيس**
١٧٢ ممبئي مراٺي گرنٿ سنگرهاليه مارگ،
دادر، ممبئي-٤٠٠٠١٤.

# ساهت سمالوچنا

سنگم: سنڌ ۾ غير سرڪاري مخزنن وڳو ٻ "ٽئون
ٻو ۽ اُڏئون" نيم ساليانو ڪرنديون آهن، پر رسالا ۽
ڪتابي صورت ۾ ڪيترئون ئي مخزنون ٻيئون نڪرن
ن مان اازي ڪتل آهي "سنگم". جهڙو آهي نالو
هڙو اٽس سهڻو مواد. هيلتائين ڏهه ٻن سالن ۾ ٻ پرچا
ڪيا اٽس جن ۾ سنڌ هند جي اديبن جون وچانئون
ل آهن. هند مان هيلتائين ڪلا پرڪاش، وشنو ڀانيا،
ري همتاڻي ۽ ڪلپنا، ڀڳوان ٿلواڻي ۽ اُتم جون
ڪهاڻيون ڏنيون اٿن.

سنگم ۾ سنڌ جي اديبن جي نه فهرست وڏي آهي، پر
هڪ اُديب خاص ذڪر لهڻو جنهن اَن ۾ ڪافي وقت بعد
ري قلم هلايو آهي ۽ خوب هلايو آهي. اُهو آهي ٻرڪ
ڪهاڻيڪار غلام رباني. هن لئي ڪنئون ليڪن خاموش رهڻ
لاء ٻيواجب هلان ٿي، ڪئي هئي جنهنڪي هاڻي ٻڌو
اچي ويندو. هون ۽ نه اُهڙئون هلائون سنڌ لوڙي هند
۾ رباني ۽ سندس جهڙن جهونن اُديبن جي دلن ۽ درجي
ڪي گهٽائي نه سگهنديون. ههڙي سهڻي "سنگم" لاء
اُن جي ايڊيٽر ڪرم الاهي چنا کيرون لهڻيون.

**ٻرهه ڦٽي:** اڳئين پيري اسان ٻرهه ڦٽيءَ (مي ٨١)
جي مختصر سمالوچنا ۾ لکيو هو ته ڪيئن ان جي ايڊيٽر
لعل پشپ پاڪدٻي ٻڌجي هاڻ ڪارل مارڪس جي مهما
ڪئي آهي ۽ ساهت اڪيڊمي جي مجموعي ”سنڌي
ڪهاڻيون (ڀاڱو ٢)“ ۾ ڇپيل اَلم جي ڪهاڻيءَ لاءِ ڪوڙ
ڪئيو آهي. ان جي لاءِ وڌيڪ هي چوڻو آهي ته
گذريل سال ڪالڊيڊام سميلن وقت هريش واسواڻي (ان
مجموعي جي هڪ سمپادڪ) جي گهر ڪلپنا، اَلم،
سندريءَ جي حاضريءَ ۾ هري موٽواڻي پڙهيو هو ته ان
مجموعي ۾ رام پنجواڻيءَ جي ڪهاڻيءَ وانگر اَلم جي
ڪهاڻي به چونڊ ڪيل ڪهاڻين ۾ نه هئي ۽ پوءِ وڌل
آهي ته هريش رد ڪد ڏنس ته اَلم جي ڪهاڻي اڳواٽ
ئي چونڊيل هئي، پر پنجواڻيءَ جي پوءِ وڌل آهي ۽
ان ڪري سندس مهاڳ ۾ پنجواڻيءَ جو ذڪر به ڪونهي.
لعل پشپ کي پنجواڻيءَ بابت خبر هئي، پوءِ به هن جو
ذڪر پنهنجيءَ سمالوچنا ۾ نه ڪري پنجواڻيءَ کان
ٽيليفون ڊائريڪٽري لاءِ مليل مدد لاءِ نمڪ حلالي
ڏيکاري آهي، جيئن شايد گڏيءَ سامتاٽيءَ، پنجواڻيءَ جي
ڪهاڻي پوءِ ڏوريءَ شامل ڪرائي ۽ ان کي اَمرلعل جي
”آدو عبدالرحمان“ کان به ”گهٽ بهتر“ سڏي ڏيکاري
هجي.. لعل پشپ کي ٻرهه ڦٽيءَ ۾ پاڻ کي ”بدمعاش
آلوچڪ“ سڏائي شايد اندر واري سچ پولايو آهي!

NAEEN DUNIYA
Prof. MALKANI ISSUE

# پروفيسر ملڪاڻي، اُتم ۽ سندري



ڏهاڙي کان ٢ مهينا اڳ، بمبئي ۾
ناٽڪ شتابدي اُتسو تي سنڌو ڪلامنڊر
طرفان ڪيل سنمان وقت ملڪاڻيءَ
کي مليل نذراڻي وقت ورتل فوٽو.